



# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان سورهه ميرائي

Cell No: 0344 3919786

0300 3404488

مُون مَحبتا جي رُڃَ ۾، ڦَٽيا پَنهنجا پير،
ليڪن دير سوين پَٽيون ٻَڌيون شاعريءَ.

کتاب ڇاونجاهون (56)

# مَحبتا جي رُڃ ۾

(1990ع جي شاعري)

## آسي زميني



سنڌي ساهت گهر
حيدر آباد
سنڌ

كتاب جو نالو: مَجتا جي رُج ۾
موضوع: شاعري
ليکڪ: آسي زميني
ڇاپو: پهريون
ڇپجڻ جي تاريخ: آڪٽوبر 1992ع
ڪمپوزنگ : ڪمپيوٽنگ ڪمپوزرس، ٽنڊو ولي محمد
حيدرآباد سنڌ
ٽائيٽل: عبدالرسول عباسي
قيمت: سٺ روپيا =/60
اوچي ڪاپي: اسي رپيا=/80

(سنڌي ساهت گهر حيدرآباد ڪتاب نمبر 56)

MU(n)JTA -JI- RU(n)JU ME(n)
By: AASI ZAMINI
Published by: Naz Sanai
Sindhi Sahat Ghar
3,Nizam lodge, Gari Khato
Hyderabad, Sindh
1st edition,oct 1992.
Per Copy Rs: 60/= Sixty only

# ارينا

نواز جي نانءُ

**آسي زميني**

جِتي ۾ جنهن جاءِ تي، ٻِرين ڦيريا هَٿَ

وِٽي سا هر وَٽَ، سڄڻ سَڄِي آهِ جا.

"محبتا جي رج ۾". سنڌ جي نئين نسل مان، تيزيءَ سان اڀري ايندڙ آسي زمينيءَ جي شاعريءَ جو مجموعو آهي. جنهن ۾ هن جي 1990ع جي مکمل شاعري آيل آهي.

سنڌ جي موجوده دور ۾ ڪيترائي نوان ۽ پراڻا شاعر، پنهنجي پنهنجي انداز سان، پنهنجي ٻوليءَ ۾ جيڪي ڪجهه پيش ڪري رهيا آهن، اهو اسان جي موجوده سنڌ جي تاريخ جو آئينو آهي، وقت جي تاريخ آهي. سنڌ ۾، سنڌين سان جيڪي ڪجهه پنهنجن توڙي پراون طرفان ٿي رهيو آهي، ان سموري روئداد جو ان ۾ اولڙو نظر ايندو.

آسي زمينيءَ جي ادبي عمر جيتوڻيڪ گهٽي ننڍي آهي پرجڏهن تارازوءَ ۾ توربو تہ هن جي شاعري گهڻن ناليوارن شاعرن جي شاعريءَ سان نہ رڳو ڪلهو ملائي بيٺي آهي پر ڪٿي ڪٿي هن گوءِ ڪئي ورتي آهي. جيتوڻيڪ سندس شاعريءَ جا موضوع اهي ئي آهن جيڪي اسان جي اڳين توڻي هاڻوڪي شاعري جا آهن، پر تڏهن بہ هن اُن ۾ ڪِٿي ڪِٿي ڪنهن نہ ڪنهن جاءِ تي نوان رنگ ڀريا آهن ۽ پنهنجي جدا حيثيت ڳاهي آهي.

اسان جو جيڪو ڏکوئيندڙ ماحول آهي، اُن ۾ اسان جا سمورا شاعر ۽ قلمڪار وڏيڪ ڏکارا ٿا ٿين ۽ هر ماڻهوءَ جي غم کي پنهنجو غم سمجهي، اُن تي ڀرپور انداز ۾ ٿا لکن. آسيءَ جي شاعريءَ ۾ هڪڙي ڳالهہ خاص طور نظر ايندي تہ هو پيار ۽ محبت جو شاعر هجڻ سان گڏ، اسان جي ڏکن ۽ غمن جو شاعر آهي. قتيل دل ۽ زخميل پيرن هوندي بہ هن نوجوان شاعر اسان جي ڦٽن تي ڦها رکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ هيءَ ڳالهہ بہ سندس شاعريءَ ۾ نمايان نظر ايندي تہ ميڏن اذيتناڪ ۽ غمناڪ، ڏکوئيندڙ ۽ رنجائيندڙ حالتن هوندي بہ، اسان جو هيءُ نوجوان شاعر پاڻ منجهيل ناهي ۽ هن ڪٿي بہ پنهنجي عوام کي مونجهارن ۾ نہ ڇڏيو آهي. اسان جي ادب ۾ اڄڪلهہ فراريت، مايوسي ۽ دلشڪستگي نظر ايندي موت جو ديو نظر ايندو پر آسيءَ جي سچي شاعري جڻ دلداري ۽ ڏڍ ڏجي ۽ هر هر ماڻهن کي هن اهو باور ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ هي ڏکيائيون، مونجهارا، مشڪلاتون، اونداهيون، پريشانيون، ڪاريون راتيون ۽ گهگهہ

اونداهيون برقرار رهنديون ناهن ۽ اهي سموريون مصيبتون عارضي آهن. وقت ايندو، نہ بلڪ اچي بيو جو ڳاڙهو سج ابرندو ۽ اميدن ڀريو سج نڪري نروار ٿيندو ۽ ماڻهو مايوسين مان نجات حاصل ڪندا.

شاعر وقت جا ترجمان ۽ نمائندا آهن ۽ انهن تي اهو فرض ٿو عائد ٿئي تہ هو نہ رڳو پنهنجي دور جي نمائندگي ڪن پر هو جنهن ٿهيءَ ۽ جنهن عمر ۾ لاڳاپيل آهن، ان جي بہ ڀرپور نمائندگي ڪن ۽ آسي پنهنجي ٿهيءَ، وقت ۽ عمر جي نمائندگي ڪرڻ ۾ ڪيتريقدر ڪامياب ويو آهي اهو لائق پڙهندڙ ئي اندازو لڳائي سگهن ٿا. هن پنهنجي ادبي عمر ۾ جيڪا مقبوليت حاصل ڪئي آهي ۽ جيڪا ڪيس موٽ ملي آهي يا جيڪي پنهنجي عوام جي دل ۾ پاڻ لاءِ جايون جوڙيون آهن، اها ڳالهہ بہ ان ڳالهہ جي نشاندهي ٿي ڪري تہ هن ٿورڙي عرصي ۾ گهڻو پنڌ ڪيو آهي. جيتري ادبي عمر ۾ ، ادب جي ميدان ۾ هَن ڪي بانبڙا پائڻ گهرجن ها يا آگر وٺي هلڻ گهرجي ها. ان عمر ۾ هَن ڊوڙون پائڻ شروع ڪيون آهن ۽ جيڪڏهن سندس ڊوڙ جو اهو انداز ۽ نمونو جاري رهيو تہ اهو ممڪن آهي تہ گهڻن ڪان نہ رڳو اڳ ڪڍي وڃي پر گهڻن کي سهڪائي بہ وجهي.

آسي نوجوان ٿهيءَ جو شاعر آهي، سندس شاعريءَ جو پهريون مجموعو چڱي طرح، هن نموني ۾ اسان جي اداري طرفان شايع ٿيڻ سان "سنڌي ساهت گهر" جڻ هڪ فرض ٿو پورو ڪري ۽ نوجوان شاعر جي شاعري سندس پڙهندڙن تائين پهچائي، هن عزم ۽ ارادي کي نہ رڳو تقويت ٿو ڏئي تہ پڙهندڙن تائين سٺا سٺا ڪتاب آڻيندا سين پر انهن کي نون نون قلمڪارن جي پورهئي کان بہ واقف ڪندا سين ۽ انهن کي اڳتي آڻيندا سين . پنهنجي هن نوجوان شاعر جو ڪتاب آڻي، شاعر ۽ عوام کي هڪ ٻئي جي نزديڪ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جيئن عوام پنهنجي شاعر کي پڙهي ۽ سمجهي ۽ شاعر پنهنجي عوام کي. ۽ اهائي وقت جي وڏي ضرورت آهي تہ ليکڪ پنهنجي عوام جي ويجهو رهي، انهن ۾ رهيءَ انهن سان رهي.

حيدرآباد سنڌ

١٩ ڊسمبر ١٩٩٢ع

● تاز سنائي

# وچور

# ٻيٺ، پيار ۽ شاعري

ياد ناهي اهو ڪهڙي سال ۽ مهيني جو ڏينهن هو، جنهن جو سورج اڄ به آئون پنهنجي زندگيءَ تي پوري آب ۽ تاب سان چمڪندو محسوس ڪريان ٿو. جنهن جي حيات بخش گرمي، سرير جي آخري ساهن تائين، دل کي حرارت بخشيندي رهندي ۽ جنهن جي روشني، موت جي غفا ۾ لهڻ وقت به يقين منهنجي اڳيان اڳيان هوندي.

اُن ڏينهن کان اڄ ڏينهن تائين جي زندگيءَ جا سمورا سورج، اُن ڏينهن جي پاڇر ۾ پريل آهن- ۽ سالن تي پکڙيل اُن ڏينهن جي شام، شايد منهنجي زندگيءَ جي شام هجي- پر اهڙي امر ڏينهن جي شام کي سئيڪار ڪرڻ لاءِ، رات- راڻي، پنهنجي ماٿي تي چنڊ جي بنديا سجائي انتظار ڪندي آهي.

اُن ڏينهن جي اُها اندلني ساعت، مون کي ڪڏهن به نٿي وسري سگهي. جيڪا اڄ سوڌو منهنجي باقي زندگيءَ ۾ رنگ پريندي رهي ٿي.

گورنمينٽ بوائز پرائمري اسڪول ٽنڊو ميسر جي، ٽئين درجي واري ڪلاس روم ۾ پيل، ڪاٺ جي هڪڙي اڳئين بينچ تي ويٺل ڪجهه شاگردن ۾ هڪڙو آئون به هئس. اجان رسيس ڪانه ملي هئي. پوريءَ طرح ته ياد ڪونهي، پر شايد صورتخطي لکي رهيا هئاسون، يا شايد سبق پڙهي رهيا هئاسون. اوچتو هڪ اجنبي شخص ڪلاس روم ۾ داخل ٿيو هو. سندس پويان، اسان جو هم عمر، هڪ اجنبي نينگر به هو. جنهن جي سنهڙي ڪارائي سندس هٿ ۾ جهليل هئي. خبر ناهي اُن شخص جي احترام ۾ يا اُن نينگر جي آدر ڀاءُ لاءِ ، سڄو ڪلاس اُٿي بيٺو هو.

اهو شخص استاد سان ڳالهائڻ لڳو هو ۽ نينگر پنهنجين وڏين اکين سان، اسان مان هر هڪ ڇوڪر ڏانهن معصوميت وچان نهاريندي، خود کي نئين ڪلاسيءَ طور قبول ڪرائڻ لاءِ اکين ئي اکين ۾ اسان ڇوڪرن کي درخواست ڪرڻ لڳو.

مون کيس پري کان نظرن سان ڇهي ڏٺو. هُو مون کي اسان سيني ٻارن کان بلڪل مختلف لڳو. صاف سٿري جسم تي شهري ٻارن وارا ڪپڙا، سهڻو، سڀاجهڙو، چالاڪ. اکين ۾ عجيب چمڪ ۽ پاڻ ڏانهن متوجه ڪرڻ واري سگهه/ خوبي. هو مون کي هر طرح سان ٻين ٻارن کان مختلف ۽ غير معمولي لڳو.

اکين ئي اکين ۾ سڄي ڪلاس کي پنهنجي دوستيءَ جي آڇ ڪرڻ کان پوءِ، آڇ جو جواب لهڻ لاءِ، هن ٻيهر ساڳين نظرن سان، هڪ هڪ ڇوڪر ڏانهن پنهنجي نظرن جا گلاب اُڇلائيا- ۽ انهن نيڻن جي خوشبوءَ جڏهن مون تائين پهتي، تڏهن مون کيس پنهنجو ساٿ ارپيندي، پنهنجون نظرون هيٺ جُهڪائي ڇڏيون هيون.

اکين جي سڏ کي سمجهندي، هُن جڏهن مون ڏانهن ٻهرين وِک وڌائي، تڏهن مون بينچ تي ويٺل، پنهنجي ٻر واري ڇوڪر کي ٺونٺ سان پَرتي ڪري، آيل مهمان لاءِ بينچ تي جڳهه ٺاهي هئي.

بينچ تي منهنجيءَ ٻر ۾ ويهندي، ڳچيءَ مان ڪتابن جو ٿيلهو لاهي، هُن پنهنجيءَ جهول ۾ رکيو هو ۽ ٿورائتين نظرن سان مون ڏانهن ڏسندي، بينچ تي جاءِ ڏيڻ لاءِ، هُن منهنجي مهرباني مڃي هئي- يقين اهڙي ئي پهرين ملاقات دوران ڪيل، اکين جي اُن گفتگوءَ جو پڙاڏو، سڄي حياتي ماڻهوءَ جو پيڇو ڪندو آهي- مون نه کيس بينچ تي جڳهه آڇي هئي.پر مون کي لڳو: اُن نينگر بينچ تي ويهڻ کان پوءِ، منهنجي مَن ۾ جاءِ جوڙڻ شروع ڪري ڏني هئي-

۽ ٿوريِ ئي وقت کان پوءِ، مون کي پنهنجي سيني ۾ ڌڙڪندڙ دل جي ٻولي سمجهه ۾ اچڻ لڳي هئي. اَجاتي ماڳ جو پنڌ شروع ٿي چڪو هو، ۽ مون کي اها ڄاڻ ئي نه هئي، ته انهن ئي پرپيچ راهن ۾ اڳتي ڪنهن موڙ تي، ڪَوِتا- ڪنوار، ٻوليءَ جي ميندي لائيو منهنجو انتظار پئي ڪري-

ڪلاس روم جي بينچن تي، هڪٻئي سان رُسندي ۽ پرچندي اها خبر ئي ڪانه پئي، ته ڪٿي ٻالپڻ جي حد پوري ٿي ۽ ڪٿان کان جوانيءَ جي سرحد شروع ٿي؟ ليڪن مون ڏٺو جوڀن جي جهول ۾، ٻالپڻ جي محبت جا گلاب تازا هئا-

اُهو جادو جوڀن جو هو يا اها مستي محبت ۾ پريل هئي، جو هاڻ اهي ريجهه ۾ رُساما زندگيءَ کي سُونهن بخشڻ لڳا هئا- سچ نه رسڻ کان پرچڻ تائين

جي وچ وارين اُنهن گهڙين جي گهاوَن جي پيڙا ۾ ٿي، زندگيءَ جي شعور جو منڙو درد لکل هوندو آهي- واقع، عشق جي امامت ۾ ٿي ماڻهو، هستيءَ جي معراج جون منزلون ماڻي سگهندو آهي-

عشق، زندگيءَ کي جيئڻ جو ڏانءُ ۽ موت کي مرڻ جو سليقو سيکاري ٿو. پر عشق جا گس ۽ گهيڙ، پَنڌ ۽ رَند، ماڳ ۽ مڪان جدا ٿين ٿا. عشق، زندگيءَ کي دنوي قدرن کان بغاوت جو درس ڏئي، کيس اهو ادراڪ عطا ڪري ٿو، جنهن سان سچ، سونهن ۽ ساڃاهه جي رنگن سان، زندگي پنهنجي لاءِ نيون ۽ نياريون وٿون/ قدر تخليق ڪري، دنيا کي انوکي سونهن ۽ سوڀيا بخشي ٿي.

عشق جي امامت قبول ڪرڻ کان پوءِ، انڌي کي اکيون، ٻوڙي کي ڪن ۽ گونگي کي زبان ملي ويندي آهي- ۽ عشق جي عطا ڪيل انهن اکين، ڪنن ۽ زبان جي پهچ، پاتالن کان پولارن تائين هوندي آهي- ۽ انهن حواسن سان محسوس ڪيل ڳجهه ڳجهاندر جون ڳالهيون سمجهڻ وارا، زندگيءَ جي راز ۽ موت جي معنيٰ ۽ مفهوم کي ساڃاهڻ جي سگهه ماڻي وٺندا آهن.

آئون پنهنجي امام جي آمد تي، اُن ڪلاس روم اندر احترامن اٿي بيٺو هئس ۽ اڄ سوڌو سندس آگر، منهنجي ٻنهي هٿن ۾ جهليل آهي ۽ زندگيءَ جي رڻ ۾، سندس پيرا، مون لاءِ ماڳ جو ڏس ۽ ڏڌ آهن.

احساسِ محروميءَ جي جانبهه ۾ پيڙهيل، ٻهراڙيءَ جي هيٺين وچولي ڪلاس جو انڌو، ٻوڙو ۽ گونگو نينگر، جڏهن عشق جي آگر جهلي اڳتي، جوانيءَ جي سرحد تي رسيو، تڏهن محسوس ڪيائين ته ڪو کيس اکيون، ڪن ۽ زبان ڏئي ويو آهي.

هن اکيون کوليون، ڏٺائين:

ڳوٺ جي مسيت ۾ ، هر جمع تي سڀ کان آخر ۾ ايندڙ، ڳوٺ جو وڏيرو هميشه اڳين قطار ۾ ٿو بيهي! ۽ ويچارو نندڙيرو، سڀ کان اڳ ۾ پهچڻ جي باوجود، هر نئين داخل ٿيندڙ نالي چڱي کي پنهنجي جاءِ آڇيندي، پوئين قطار ۾ پهچي ٿو وڃي-!

سوچيائين: ائين ڇو آهي-؟

هُن پنهنجا ڪن کولي، ڪجهه ٻڌڻ چاهيو:

مسيت مان نماز پڙهي ٻاهر نڪرندڙ، ڳوٺ جي وڏيري کي، مسيت جي

دروازي ٻاهران ٻيٺل، ٻينوئن جي قطار مان هڪ مٿيءَ هائي نينگر، هٿ ڊگهيري ڪجهه ڇٽي رهي هئي؛

"سائين! الله جي نالي-" ۽ هُن ٻڌو؛ پنهنجا ايا اُجرا ڪپڙا بچائيندي، ۽ تڪڙي وِڪ وڌائيندي، وڏيري چيو؛

"مائي! معاف ڪر-"

سوچيائين: اِئين ڇو آهي-؟ وڏيرو، نِنديريءَ کان معافي ڇو وٺي رهيو هو-؟! شايد ڪو ڏوهه ڪيو هونداٿين--- ها ها! شايد وري ڇو؟ بلڪل، هائو، ڏوهه ڪيو هونداٿين- هُو اندر ۾ ڀٽڪيو ۽ پوءِ- هُن زبان کولي، ۽ وڏي سر چيائين؛

توکي معاف نہ ڪيو ويندو- اڄ اهي خيرات لاءِ جهليل سمورا هٿ، سياڻ تنهنجي ڳچيءَ ۾ هوندا ۽ اهي ئي هٿ، انهن جي جُهڳين کي فطرت جي وَنڊ (هوا ۽ روشنيءَ) کان محروم ڪندڙ، تنهنجي ماڙيءَ جي سِرن ۾ هوندا-

هُن وري زبان کولي، ۽ مٿي نهاري رڙ ڪيائين؛

آءُ!

گهڙيءَ کن

هيٺ لهي آءُ!

پنهنجو جوڙيل

ڏيهه ڏسي وڃ-!

هڪڙا ماڻهو

ننڍا ماڻهو

هڪڙا ماڻهو

وڏا ماڻهو

ڪهڙا ماڻهو

تنهنجا ماڻهو؟

پنهنجن تي

نيشان هڻي وڃ-!

آءُ!

گهڙيءَ کن

هيٺ لهي آءُ-!

۽ اُن گهڙي، هُن ٻڌو، مڙي آيل ماڻهو چئي رهيا هئا:

"محمد رحيم نظاماڻيءَ جو پٽ محمود شاعر ٿي ويو آهي-" پر آئون ان ڳالهه جي سختيءَ سان ترديد ٿو ڪريان- اهو شخص ته پاڻ سان ٿيل ڪنهن وڏي زيادتيءَ تي، پاڻ وٽ احتجاج جي سگهه به نٿو رکي! ۽ شاعري ته آهي ئي احتجاج جو نالو- سماج اندر موجود مڙني فرسوده قدرن جي خلاف بغاوت ۽ اُن جي جاءِ تي ڪن آدرشي قدرن کي آڻڻ لاءِ لاڳيتي جاکوڙ- ۽ محمود ته نالو هو هڪ Depressed ماڻهوءَ جو -

مون ٻهراڙيءَ جي ماحول ۾، هيٺين وچولي ڪلاس جي خاندان ۾ اک کولي، مٽيءَ هاڻي اڱر ۾ ٻانبڙا پاتا آهن ۽ اسڪول کان وٺي آفس تائين، طبقاتي پلصراط تي پنڌ ڪيو آهي- اوچ نيچ جي احساسن جي صليب تي، مون پنهنجي رتو ڇاڻ وجود کي، پنهنجن ۽ پراوَن جي ڇنڊل، پٿرن جي گهاوَن جي پيڙا ڀوڳيندي محسوس ڪيو آهي، ۽ طبقاتي گهاڻي اندر پيڙجندي، احساسِ محروميءَ کان پاڻ ڇڏائڻ لاءِ، مون جڏهن ڪتابن ۾ پناهه ڳولي، تڏهن مون محسوس ڪيو ته ڪنهن قوت، منهنجي گونگي وات ۾ قلم جي زبان رکي ڇڏي آهي ۽ منهنجا حواس، حساسيت جي سراڻ مٿي چڙهيل آهن- ۽ اهڙيءَ طرح، جنهن ماڻهوءَ کي فطرت جا نيڻ، علم جا ڪن، ۽ قلم جي زبان ملي وڃي ته پوءِ ان جي مَن- مندر ۾، ڪَوِتا پوڄارڻ کي، ذات جا ڏيئا ٻارڻ کان ڪير ٿو روڪي سگهي-؟ ۽ آخر، جيئن ڪنهن گرپ وتيءَ جي سرير مان، يَريا ڏينهن پورا ٿيڻ تي ڪو جيوَ، سموريون رڪاوٽون هٽائي، پاڻ کي ظاهر ڪندو آهي، يا ساوڻ جي وسڪارن کان پوءِ ڦوٽ زمين جي سيني مان، سلا سِرجندا آهن ۽ نازڪ ٻوٽا، ٻهارن جي ڇاتي چيري نڪري ايندا آهن، اِيئين ئي محمود جو سرير چيري، آسي جنم ورتو- ۽ اها سڀ عشق جي ئي ڪرشمه سازي هئي-

اهو اسڪول جو زمانو هو، جڏهن مون لکڻ شروع ڪيو ۽ ابتدا ڪلاس ۾ مضمون نويسيءَ سان ٿي- اهو ئي دؤر هو 75-1974ع جو، جڏهن مون ڪجهه ٽڪي شاعري به ڪرڻ شروع ڪئي- هر ڪم لاءِ، اُن ڪم جي حوالي سان، مخصوص ماحول جو هئڻ انتهائي ضروري آهي. مون جڏهن ڪجهه ٽڪو لکڻ شروع ڪيو تڏهن ڳوٺ اندر منهنجي هڪ محترم بزرگ،

شاعر نورل نظامائي ڪنهن حد تائين مون کي اهو ماحول فراهم ڪيو. جيتوڻيڪ پاڻ شاعر کان وڌيڪ هڪ سنو سگهڙ آهي، ۽ ڏور بيت، ڏٺون، ڳجهارتون ۽ منظوم قصا سندس پسند جون صنفون آهن پر ڪن خاص بحرن تي پاڻ غزل به لکيا اٿس- اُن دؤر ۾ سندس صحبت مون لاءِ سنو سوڻ ثابت ٿي. اُن کان علاوه مرحوم حاجي حقير ابن مگڻ جي صحبت ۾ باقاعده طرحي مشاعرا ٿيندا هئا. جن ۾ تر جي شاعرن کان سواءِ ٻاهريان شاعر دوست پڻ شريڪ ٿيندا هئا. انهن ٻاهرين دوستن ۾ مرحوم مومن مليرائي، مسڪين ملاڪاتياري ۽ گدا ملاڪاتياري ته هر مشاعري جا مهمان هوندا هئا. پر مون کي ياد آهي ته هڪ اڌ مشاعري ۾ محمد خان مجيدي، غلام رسول نظامائي ۽ مرحوم شيخ محمد ابراهيم خليل پڻ شريڪ ٿيا هئا. ڳوٺ ۾ اهو سمورو انتظام" بزم قيصر خان" طرفان ڪيو ويندو هو. پر ڪجهه وقت بعد، جڏهن حاجي حقير ابن مگڻ گذاري ويو ته وَري ير واري ڳوٺ ۾ سندس ورسيءَ جي موقع تي مشاعرا ٿيڻ لڳا. مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي، هڪ ڀيري مرحوم شيخ ابراهيم خليل، وڏي ڄمار ۽ بيماريءَ جي باوجود، ورسيءَ جي موقعي تي هڪ مشاعري جي صدارت ڪئي هئي ۽ اُهو مشاعرو، شايد مرحوم جو آخري مشاعرو هو- پر اهي سمورا سڄڻ جميعت الشعرا ۽ سگهڙ ٽائيپ شاعر هئا، جن وٽان ڪنهن حد تائين فني پختگي ته ملي پئي سگهي پر فڪري طور منجهن ڪنهن به قسم جي نواڻ اَڻ لڀ هئي- آئون جيتوڻيڪ انهن ۾ بلڪل ئي نئون ۽ ننڍڙو هئس پر سندن فني ۽ فڪري ورجاءُ کي شدت سان محسوس ڪري وٺندو هئس- ۽ اهڙيءَ طرح، انهن مشاعرن مان هر ڀيري، سڪئي "واهه واهه" جي مٺا سٺا ڪري موٽي ايندا هئاسون.

جيتوڻيڪ مون کي پنهنجن انهن جهونن شاعرن وٽان تمام گهڻو داد ملندو هو پر منهنجي اندر جو انسان اُن تي ڪڏهن به مطمئن نه ٿيو- اصل ۾ منهنجي ان وقت جي شاعري، منهنجي ڇوڏاريءَ جي شاعرائي ماحول، مشاهدي، مطالعي ۽ يار جي پيار جو لاشعوري مگر منطقي نتيجو هو- ۽ مون شاعريءَ جي ماحول ۽ مزاج کي شعوري طور سمجهڻ ٿي چاهيو، پر آئون پنهنجن انهن بزرگن کان اهڙو فيض حاصل نه ڪري سگهيس.

انهن ئي ڏينهن ۾ خوش نصيبيءَ سان مون کي پنهنجي مهربان، محسن ۽ مشفق غلام رسول نظامائيءَ جي محبت جي حد تائين صحبت ملي وئي- پاڻ

اُن وقت ڪراچي ريڊيو تي اناؤنسر جي حيثيت ۾ ڪم ڪندو هو پر قدرت ڪيس ٻيون ٻه وڏيون صلاحيتون عطا ڪيون هيون ۽ اُهُ ته ڪيس پنهنجي وقت جو جينيئس لکندي ڪوبه وڌاءُ نٿو محسوس ڪريان- ۽ اهو سچ آهي ته سندس صحبت/ قربت ۾ رهي، مون پنهنجي ماحول ۽ زندگيءَ کي شعوري طور سمجهڻ جي جاکوڙ شروع ڪئي- ۽ اُن سلسلي ۾ پنهنجي گهر اندر، بابي سائينءَ جون، زندگيءَ بابت فڪر انگيز ڳالهيون پڻ مون لاءِ مشعل راهه بڻيون-

1976ع تائين مون ڪو ايترو گهڻو ڪونه لکيو هو، مشڪل سان ڏهاڪو کن شيون لکيون هوندم جو، مهربان ۽ محسن غلام رسول نظاماڻيءَ جي ڪوشش سان (ڪٿي ڇپجڻ کان پهرين)، منهنجو هڪ ڪلام "اي جانِ وفا! توکي ٿو چوان، تو ڪهڙو نينهن نڀايو آ؟" جڏهن اياز عليءَ جي آواز ۾ EMI طرفان رڪارڊ (Disk) ٿي، ريڊيو تان نشر ٿيڻ لڳو تڏهن باقاعده پاڻ کي شاعر طور زنده رکڻ لاءِ، منهنجي اندر جي ماڻهوءَ مون کي اُڀاريو ۽ اُتساهيو- ۽ اها هڪ حقيقت آهي ته هر ماڻهوءَ جي اندر، هڪ ماڻهو هوندو آهي ۽ ٻاهرين ماڻهوءَ جي شخصيت، اُن اندرين ماڻهوءَ جي حوالي سان ئي جُڙندي آهي.

منهنجي شاعريءَ جو اهو ابتدائي پهريون دؤر هو- ۽ ٻيو دؤر تقريباً 1980ع کان پوءِ شروع ٿيو، جڏهن مون سنڌي ادبي سنگت کي جوائن ڪيو- ڳوٺ جي هڪ مهربان، سائين فتح رسول هڪ ڏينهن ٽنڊو ڄام سنڌي ادبي سنگت جي ڪچهري دوستن جو ذڪر ڪيو ۽ مون کي اُن ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ ذهني طور تيار ڪيو- ايئين، ڪئين وَس وِسا ۽ خوش فهميون ساڻ ڪٺي جڏهن آئون سنڌي ادبي سنگت شاخ ٽنڊو ڄام جي هڪ گڏجاڻيءَ ۾ پهريون ڀيرو شريڪ ٿيس تڏهن مون کي لڳو ته آئون پنهنجي اصل گهربل جاءِ تي پهچي ويو آهيان- ۽ مون محسوس ڪيو ته هيستائين جي منهنجي سموري شاعري، ڇڙو مشاعرن جي "واهه واهه" جي ٻولن ۾ ويڙهيل هئي، ۽ بس! سنگت جا تنقيدي ڪلاس مون کي پنهنجي ماڳ جي واڳ محسوس ٿيا ۽ مون اڄ تائين اُن واڳ کي هٿان نه ڇڏيو آهي- سچ ته سنڌي ادبي سنگت جا مون تي ۽ منهنجي شاعريءَ تي وڏا وَڙ آهن.

هفتيوار سنگت جي ڪلاسن کي منهن ڏيڻ لاءِ باقاعده تياري ڪرڻي

پوندي هئي- هر ڪنهن لکڻي جي فن، فڪر ۽ فارم تي وڏا وڏا بحث ڇڙي پوندا هئا. تنهنڪري مون محسوس ڪيو ته ماڻهوءَ کي پنهنجي فن ۾ مڪمل عبور حاصل هئڻ گهرجي. جنهن لاءِ پنهنجي سنگت کان ٻاهر، ٻين گڏجاڻين ۾، جتي تجربيڪار، پراڻا ۽ پختا شاعر دوست ايندا هئا، تن ۾ لاڳيتو شرڪت ڪرڻ شروع ڪيم.

تن ڏينهن، حيدرآباد ۾ سنگت جون نهايت شاندار گڏجاڻيون ٿينديون هيون، جن ۾ محمد ابراهيم جويو، نجم عباسي، نياز همايوني، طارق اشرف، تاج جويو، امداد حسيني، نثار حسيني، وَلي رام ولڀ ۽ تاج بلوچ سميت مختلف سينئر دوست حصو وٺندا هئا. تن ڏينهن گڏجاڻيون ڪڏهن آگم پبليڪيشن جي آفيس ۾ ته ڪڏهن منظور چيمبر ۾ ٿينديون هيون. حيدرآباد سنگت جو اهو جوبن وارو دؤر هو، جنهن جون ڪارروايون، اُن وقت جو جوائنٽ سيڪريٽري زوار نقوي هلائيندو هو.

اهڙين سگهارين گڏجاڻين مان گهڻو ڪجهه حاصل ڪرڻ جي باوجود، آئون منجهائن شاعريءَ جي فني/ عروضي ڄاڻ حاصل نه ڪري سگهيس. اُن جو هڪڙو سبب اهو به ڇئي سگهجي ٿو ته شريڪ دوستن ۾ گهڻائي نثر لکڻ وارن جي هوندي هئي ۽ هڪ اڌ ڄاڻو شاعر هوندو به هئو ته وري وٽس ايترو وقت ڪونه هوندو هو جو باقاعده عروض تي ليڪچر ڪري، ۽ ٻيو ته تن ڏينهن ۾ اياز جي نظم "هو ڪري ٿو فاعلاتن فاعلات-" جي اثر سببان عروض لفظ کان ئي دوستن کي چڙ وٺندي هئي! حالانڪ اُن نظم ۾ اياز عروض جي مخالفت قطعي ڪانهي ڪئي. عروض جي علم کي ڌاريو ڇئي سندس مخالفت ڪرڻ واري ان رويي، سوچ ۽ منطق کي آئون اڄ سوڌو نه سمجهي سگهيو آهيان. آئون دعويٰ سان ٿو چوان ته ان وقت دوستن جي ان ٻاراڻي رويي سبب، اڄ اسان جي سموري نهي، شاعريءَ جي فني بحران مان گذري رهي آهي. اڄ جي شاعرن جي تمام وڏي انگ ۾ سواءِ، چند دوستن جي، سمورا يار نالي ڇڙهيا هجڻ جي باوجود، شاعريءَ جي فني پاسي کي سمجهائڻ ته نهيو پر ڇڙو سمجهڻ جي حد تائين به پهتل نٿا ڏسجن-!

عروض جي سلسلي ۾ اُن وقت دوستن جي اُن منفي لاڙي کي ڏسندي، مون اُن لاءِ مختلف ڪتابن جو سهارو وٺڻ شروع ڪيو ۽ اُن ڏس ۾ مرحوم مرزا قليچ بيگ جي ڪتاب "سنڌي ويا ڪرڻ" جي چوٿين ڀاڱي منهنجي سٺي

رهنمائي ڪئي ۽ اڄ تائين آئون جيڪا ٿوري گهڻي ڄاڻ حاصل ڪري سگهيو آهيان، اُن لاءِ آءٌ مرحوم مرزا قليچ بيگ کي پنهنجو فني استاد ڄاڻان ٿو-

سنڌي ادبي سنگت ۾ شرڪت تائين، پهريون، ۽ اُن کان بعد جو دؤر، جيڪو 1990ع تائين پکڙيل آهي، تنهن کي آئون پنهنجي شاعريءَ جو ٻيون دؤر سمجهان ٿو. (جيتوڻيڪ سنگت جي ادنيٰ ڪارڪن طور آئون اڄ به سنگت سان واڳيل آهيان) اهڙيءَ طرح 1990ع کان پوءِ جو زمانو، آئون پنهنجي شاعريءَ جو ٽيون ۽ ذهني طور بالغ دور تصور ڪريان ٿو. جنهن ۾ شعوري طور منهنجي اندر ٽوٽي ٻاهر جي ماڻهو پاڻ کي شاعر طور قبول ڪري ورتو هو- ۽ اڄ آئون شاعريءَ کي پنهنجي وجود جو حصو ٿو سمجهان.

انهيءَ ٿي دؤر ۾ مون شاهه ۽ شيخ جي فن ۽ فڪر کي پڙهي ۽ پروڙي، ڪيئن پنهنجي پنڌ جو سونهون سمجهي، اڳتي وکون وڌائڻ شروع ڪيون هيون ۽ اڄ سوڌو سنڌن پوتر پيرن جا سويرا، منهنجي ڪوتا- پنڌ کي آسان ۽ روشن بڻائيندا رهيا آهن- ۽ جڏهن به مون کان منهنجي ڪوتا- مومل رُٺي آهي، تڏهن مون لطيف ۽ اياز جو واسطو ڏئي، کيس مڃائي ورتو آهي- لطيف ۽ اياز جي شاعريءَ کي، مون هميشه پنهنجي پناهه گاهه سمجهيو آهي.

1989ع ڌاري جي ڳالهه آهي، دوست الطاف ملڪاڻي مهراڻ پبليڪيشن پاران، منهنجي شاعريءَ جي مجموعي ڇپائڻ جي خواهش ڏيکاري هئي- جنهن لاءِ مون چونڊ شاعريءَ کي سهيڙي، کيس "ڪنڌيءَ اڪ ٻلاريا" جو نالو ڏنو هو ۽ ڪتاب تي مهاڳ لکڻ لاءِ مسودو، پنهنجي سڄڻ، سينئر شاعر ۽ اُن وقت جي سنڌي ادبي سنگت جي مرڪزي سيڪريٽري جنرل تاج جويو جي حوالي ڪيو هو. پر ائين مهينن کان به مٿي جو عرصو گذري وڃڻ جي باوجود، نامعلوم سببن جي ڪري، جڏهن پاڻ مهاڳ نه لکي سگهيو، تڏهن دل شڪسته ٿي، آئون کانئس مسودو واپس وٺي آيو هئس ۽ جيئن، ڪنهن ڪتاب کي ڇپرائڻ جو دل مان خيال ئي پلي ڇڏيو هئم--- ۽ ها، اهڙي ئي هڪڙي پيشڪش گهڻو وقت اڳ، سڀ کان پهرين، منصور پبليڪيشن پاران سائين دائود بلوچ جن پڻ ڪئي هئم.

ڪجهه مهينا اڳ، هڪ ادبي پروگرام ۾، دوستن سان ڪچهري ڪندي، ناز سنائي ٻڌايو ته "ڪنڌيءَ اڪ ٻلاريا" نالي سان هو، تاجل بيوس

جو شعري مجموعو ڇپرائي رهيو آهي- ۽ ڳالهين دوران جڏهن ڪيس، اُن ناليَ سان مون واري مجموعي سان ٿيل حشر جو احوال معلوم ٿيو ته پاڻ مون کي منهنجي مجموعي کي ڇپائڻ جي آڇ ڪيائين پر مون اُن آڇ کي ايئن ئي ٽلهي ڳالهه ڄاڻي درگذر ڪري ڇڏيو. ليڪن لاڳيتو هر ملاقات ۾ ناز پاران مون کي ياد ڏهاني ڪرائڻ تي، مون کي پڪ ٿيڻ لڳي ۽ آخر 1990ع ۽ 1991ع جي شاعريءَ جي ٻن مسودن کي سهيڙي مون سندس حوالي ڪيو ۽ طئي ڪيوسون ته پهرين 1990ع جي شاعريءَ کي ڇپرائبو. جنهن بعد وري مهاڳ جو معاملو زير بحث آيو ۽ پراڻي تجربي کي ذهن ۾ رکندي، ڪنهن ٻئي کان مهاڳ لکرائڻ جي خيال کي دل مان تڙي ڪڍيوسون- ۽ هونءَ به اڄڪلهه مهاڳ ۾، ڪتاب ۽ صاحبِ ڪتاب جي سڪٽي ساراهه واري لاڙي، مون کي اُن عمل کان ڪجهه باغي پڻ بڻائي ڇڏيو آهي، تنهن ڪري بجاءِ ڪنهن ناليَ چڱي کان سڪٽين ساراهن جا سرٽيفڪيٽ وٺڻ جي، مون پنهنجي پڙهندڙن سان پاڻ ئي مخاطب ٿيڻ بهتر ڄاتو-

آئون مٿي عرض ڪري آيو آهيان ته مون پنهنجي شاعريءَ جا ٻه مسودا ناز سنائيءَ جي حوالي ڪيا هئا. جيڪي سال 1990ع ۽ 1991ع وارن ٻن سالن جي شاعريءَ تي مشتمل هئا، ۽ جن مان 1990ع جي شاعري کي "ميتا جي رڃ ۾" ناليَ سان ڪتابي صورت ڏني وئي آهي. اهڙيءَ طرح 1975ع کان 1989ع تائين جي چونڊ شاعريءَ کي پڻ مسودي جي صورت ۾ ڪافي اڳ سهيڙي ڇڏيو هئم. تنهن کان سواءِ هن سال 1992ع جي شاعري پڻ تقريباً ڪتاب جيتري جمع ٿي چڪي آهي ۽ رٿا موجب هر سال جي شاعريءَ کي الڳ ڪتابي صورت ڏبي.

هن مجموعي ۾ هڪ سال اندر لکيل سموري شاعري شامل آهي ۽ جديد سنڌي شاعريءَ ۾ مروج، تقريباً سموريون نيون توڙي پراڻيون صنفون موجود آهن. هن ڪتاب کي ترتيب ڏيڻ وقت، ٿوريءَ دير لاءِ اهو خيال ذهن ۾ آيو هئم ته پهرين مجموعي هجڻ جي ڪري، شاعريءَ جي چونڊ ڪريان ۽ نسبتاً ڪمزور شيون الڳ ڪري ڇڏيان- پر پوءِ منهنجي اندر جي ماڻهو، اُن عمل کي پنهنجي پڙهندڙن سان هڪ طرح جي ويساهه گهاتي قرار ڏنو، ۽ پوءِ اُن خيال کي دل مان ڪڍي ڇڏيم- باقي صنفن جي حساب سان سهيڙڻ ته

ضروري هو. ۽ ٻيءَ تبديلي اها به ڪيل آهي ته ٻيتن واري ڀاڱي کي مختلف حصن ۾ ورهايو ويو آهي ۽ اها ورهاست موضوعاتي آهي. هر هڪ موضوع کي انگن وسيلي الڳ ڪيو ويو آهي، جنهن سان پڙهندڙن کي هڪ موضوع کان ٻي موضوع ڏانهن وڃڻ ۾ آساني ٿيندي.

هر زبان جي شاعريءَ ۾، پيٽ ۽ پيار کي دائمي قدرن (Values) واري حيثيت حاصل رهي آهي ۽ رهڻ به گهرجي. جيئن ته اهي ٻئي شيون نه رڳو زندگيءَ سان لاڳاپيل آهن پر زندگيءَ کي جيئڻ جو حوصلو ۽ سگهه به بخشين ٿيون، تنهن ڪري اهڙن قدرن جي پيرن تي بيٺل ادب کي، اسان بنا ڪنهن جهجهڪ جي زندگيءَ جو ادب چئي سگهون ٿا ۽ باقي سڀ وٿون سائن لاڳاپيل شيون آهن. ايستائين جو مذهب، وطن ۽ قوم پڻ پيٽ ۽ پيار جي سامهون ثانوي حيثيت رکن ٿيون- پر انهن سمورين حقيقتن تي جذبي جي سچائيءَ کي مٿاهون درجو مليل آهي- ۽ جيستائين ڪنهن جذبي، احساس يا ڪيفيت جي اظهار ۾، فني ڪمال سان گڏ مڪمل سچائي شامل ناهي، تيستائين اُن تخليق کي دائميت نٿي حاصل ٿي سگهي.

جيستائين منهنجي شاعريءَ جو تعلق آهي ته سنڌي شاعريءَ جي نهايت مانائتن ۽ سگهارن شاعرن جي وچ ۾، مون ته محض رنڊا روڙيا آهن پر ايترو ضرور آهي ته مون هر جاءِ تي، سچ سان ساٿ نڀائڻ جي ڪوشش ضرور ڪئي آهي- ۽ پيٽ ۽ پيار جي پنڌ ۾ سنڌ سمورين پيڙائن جو اظهار، وس آهر سچائيءَ سان ڪيو آهي- تنهن ڪري، داخلي ۽ خارجي جهان جي عڪس کان علاوه، منهنجي شاعريءَ ۾ ٻيو ڪجهه به ڪونهي- هائو، منهنجي شاعريءَ ۾ اوهان کي اُوس نظر ايندا؛ بک وگهي پيدا ٿيندڙ آندن جي آواز کان وٺي، لڳل لٽ ذريعي اُتيل ڪنهن بي گناهه جي آهه تائين جا عڪس- برسات ۾ ٽوٽين جي ٽيڪ تي بيٺل ڪنهن گهر جي ڇت کان وٺي، پورهيت جي پگهر مان جڙيل شاهي محل تائين جا عڪس- سکر ۾ سڙيل مندر کان وٺي، ايڊيا ۾ سڙيل مسيت جا عڪس- ۽ نواز علي کان وٺي اختر رند جي محبتن جا عڪس-

مون "مجتا" کي هميشه رج سان پيئيو آهي.

منهنجي نظر ۾، مجتا خود هڪ رج آهي- رج، جيڪا محض فريب نظر

آهي. جنهن کي مائٽ وارا، اُن رنگ ۾ رُلي ويا آهن ۽ اُن جي ڳولا ڪندڙن کي پڻ هميشه جا رولا ٿي مليا آهن- پر هي اهڙو ڪو خوبصورت دوکو آهي، جنهن کي پائڻ لاءِ مالهو، پنهنجي عمر اربيو ڇڏين-!

محبتا جي رنگ ۾، منهنجي شاعريءَ کي ڪيتري ٿي قبوليت ملي، يا ڪيتري ٿي عمر مائي؟ اهو سياڻ تي ڇڏيل آهي- اٿون پنهنجي پاران اهڙي ڪنهن بہ خوش فهميءَ ۾ مبتلا ڪونہ آهيان تہ مون اهو ڪجهہ لکي، ڪو وڏو ڪم ڪيو آهي. شاعري تہ منهنجي وجود جو حصو آهي، منهنجي ضرورت آهي- نجي زندگيءَ ۾ اٿون هميشه Depressed رهيو آهيان- سمورا ڏاڍ سهي بہ چُپ رهڻ واري کي جڏهن قلم جي زبان ملي وئي، تڏهن احتجاج طور شاعري صدا بڻي آهي ۽ بس------!

**آسي زميني**

**ٽنڊو قيصر**

3/8/92

١

ٽِپي ٽِپي کا اوچتو، موتين مالها ڇِڄن،
پگهر ڦڙا تِپڻ، وَهيا پورهيت مُکَ تان.

●

ڦٽيون چُونڊيندي ڏٺا، لاهيارڻ جيڪي،
سپنا سارا سي، ڀيلاڙي جِڻن ڀيليا-

●

ڪاتارڻ! تو کي، سَٽَ ڪَتيندي سال ٿيا،
ليڪن لِڱڻ تي، ساڳيا ڇَتيون چولڙا!

●

آرهڙ ۾ تيون اوڏڻيون، ڏامر پگهارين،
پورهيت ناريون روڊ تي، پَٽر وِڇائين،
وڏيريون واڇين، تن کي ويندي جيپ مان.

●

چانور چاڙهي چُلهه تي، سوچيو ويچاري:
ٻَڪَ ٻہ بيماري، آهي اسان عام لاءِ!

●

آتو لَٽو ۽ اَجهو، ڳوليندي يارو!
پورهيت ويچارو، سدا ساڳي حال ۾.

●

ڪڏهن ڏينهن ڦِرن، ڪڏهن ڦوڳ ڦلارجي،
ڪڏهن ڪوٽ ڪِرن، اَجو ٿِيڻي آدمي.

●

جِيوَن جهڙي جاڙ، جيڏا! ٻَلا ڪا ٻڻي؟
رڳِي راڙو راڙ، ٻُري ٻيڻي ٻاٽَ ۾.

●

جِيوَن جانڊ ڻو لڳي، ماڻهو جانداهِي،
هرڪو ٻي ساهِي، جوڻيو آڇي جوڻٽي.

•

سانوڻ سِيارو هجي، توڙي اونهارو،
پورهيت ويچارو، سدا پورهئي جي پُٺيان.

•

پُورت ڳولي پيٽ جي، سياري اونهاري،
پورهيت ويچارِي، سگَ نہ ماڻيو ڪا گهڙي.

•

باتيون بسنت رُتَ جُون، آئون ڇا ڄاڻا،
مُون لءِ سڀ ٽاڻا، آهن پورهيي مُند جا.

•

ڪهڙي رُتَ بَسنت جي؟ ڪهڙا وسڪارا؟
سيارا اونهارا، مُند مِڙيو ئي ڪَم جي!

•

تتر- ڪرڙي اُڀَ ۾، يا ڪنهن هاريو پَٽ،
نبل ٻار نِسَت، سوچي ڪرڙي ٽالهڙي!

•

چولي سانڊ چٽا، لاٽا مائِيَ چُلهہ تان،
گهيرِي ويس گهٽا، ٻالڪ جَلهي ٻَڪَڙا.

•

چَنڊ مانيءِ جو ڪَنو، تارا پَٽ ڪَٽا،
چاڙهي چُلهہ چَٽا، ويچارِيَ وِيچارِيو.

•

اَول ڊوڙو ڊَبُ، گهرجي آدم زاد کسي،
تنهن کان پوءِ رَبُ، يا ڪي ٻيون ڳالهيون.

●

جيڏا! تُنهنجي جسم جي، خوشبوءِ مَنجهه خُمار،
سُرهي ساهن مان آچي، هينئين کي هُبڪار،
هيءُ بہ حقيقت آ مگر، توڙي ڪوڙي يار!
مانيءَ جي مَهڪار، سَرس لڳي سُرهاڻ ۾!

●

عطر مُشڪ عنبر، ڪتوريءَ کان خُوبتر،
سَرَ-ڪَنڊ سُرهو پر، خاشِي خوشبوءِ ٿوم جِي.

●

مَڃَ حقيقت هِي، ڪُوڙ نہ تنهن ۾ ڪو ذرو،
خوشبوءِ مانيءَ جِي، آهي سَڀ کان مَٿيري.

●

آنڊن جي آواز کي، سمجهہ اڙي ٻوڙا!
روٽي پَڪوڙا، لَنچ اسان جي آ اِها!

●

اَبن ڏاڏن کان وَٺي، ساڳيا پنهنجا حال،
عمر جا سَڀ سال، ڪاٽياسُون ساڳِي طَرح-

●

ننڍِي ڪاري چِٽَ، هيٺان جي ڳهارين ٿا،
وَڏِي آهي وِتَ، انهن جي ايمان سان.

●

سَڀِئون راتيون مَڃَ تي، گَذري سيارو،
پتيون ڪاريون ڏونهن سان، چِتمن تي ڇارو،
اُنهن جو وارو، آخر ايندو دوستو!

●

هـڪـڙا ڏيـهـاڙ هَـنـڙا، ءِ ٻـيـا مـگـنـهـار!
ڏيهن جا ڏاتار! ڇا ھِي سيکجهہ تـو لِکـيـو؟

•

"نـالـو سـڀ جـو آ لـکـيـل، داڻـي داڻـي تـي!"
پنھنجي حصي جا ڪٽا، ڳولي ڳولي سي،
ڪـرا ڪـروڙي، ٻـڌ ٻـهـاري آئـيـون!

•

لـيـڙون لِـگـن تـي لَـٽا، ننگـي پيـرين نـار،
ڪلھي پايو گودڙي، ڪانـيـي پـايـو ٻـار،
هـاءِ! وڃ بَزار، هـن ڪيـئن هـٿ ڏِگـهيـريـا؟

•

لِکيو چٺي لوڙين، پورا پنھنجي ڀاڳ ڪي،
صابر شاڪر ايترا، ٻڙڪ نـہ ڪـا ٻولـين،
آلا! اِيءَ اَبوجهہ مَن، ساعت ڪنھن سوچـين،
ڳجهہ ڳجهاندر ڳالهيون، ڳهلا ڪي ڳولـين،
پورا شـل پـورِين، پَـرَم پنھنجي ڀاڳ جـو.

•

اَبـوجـهـن احـوال، ويـهـي وَنـدِيـا پـاڻ ۾،
جيئڻ کھڙي جوڙ سِين، آهي ٿيو جَـنـجـال ؟
اَچـو! اِيءَ سـوال، لـوچـي لَهُون ڪنهن طـرح.

•

ڪَنيءَ ڪَٽا چار، گهر ۾ گهٽا لَـنـگـهٽا،
مـڙي آيـس چُـلـهـہ تـي، پَـرسـان ٻَـکيـا ٻـار،
ويـڙهـي ويـا وِيـچـار، ويـچـارِيءَ ڪـي ڪيـتـرا!

•

آئيي ماني چانهن سان، ڪائي روزانو،
ڪٽي هَلِيا هَٽ ۾، هتوڙو پانو،
تن جو زمانو، قدر ڄاڻي ڪو نه ٿو!

•

وڏيري جي واسطي، هو ڏس! نيرانو،
ٿئي ٿو رَوانو، ويچارو ونگارتي.

•

آئيي ماني چانهه سان، نيرن نئين سِجَ!
اَنَ اُپائڻهار تي، ٿورو ڏيان ته ڪجَ!
هڪڙو چِتي پڃَ، ۽ ٻيو ڪر اتو ڪٽي!

•

تَتِي ٿَڌيءَ پورهيو، پورهيت ڪَري ۽،
جهوليون ڀَري ۽، ميهڙي سيڙي ڪو ٻيو!

•

٢

ساوَڪ سُونهن سَڳنڌ، سَچَ سُورهيائي سوجهرو،
سَبَ سَهيڙيا سِنڌ، جِيجل پنهنجي جهول ۾.

•

جِيئين اڄَ نميبيا، تِيئين سِنڌ سُياڻ،
ڏکن سندا ڏاڻ، لاهي نيٺ ڦِٽا ڪَندِي.

•

سَکر ڏينهن سنجوڳ جا، سانڻ آزادي!
اَڄڪلهہ اُنهن کي گهٽو، سنڌو ساري ٿِي،
موٽِي مِياٽي، چؤ! تون اچٽي آن ڪڏهن؟

•

چوڙِي آزادي! توکي ڀي ڪجهہ ياد آ؟
اسان گڏ جيڪي، سکر گهاريون ساعِتُون.

•

ايئين لڳيتو ڪٽي، مِليا آهيون پاڻ،
ٿورو ٿورو هاڻ، هِينئين مَنجهہ هُرين پئي.

•

آزادي! موٽي اَوَس، اچٽي آهين تون،
تنهنجي لاءِ مُون، راهون رڱيون رَتَ سين.

•

پنهنجو سيڪجهہ اَرپيو، توکي آهہ اسان،
موٽي آزادي! ڪڏهن، اَوس اچٽي آن،
آخر اسان کان، ڪيسين ڪنارا ڪندين؟

•

اَمڙ پَل اَپل، ماٺي تنهن کان پوءِ مَروَن،
اهڙي ڳوليون ٿل، آجا ٿيون آنياءَ کان.

•

ساٿي! ٿوري دير لاءِ ، آهي اونداهي،
اِجهو سُهائي، پٽن تان باکون ڪِريون.

●

اوندهه انڌوڪار سان، جوٽيون ٿا جهيڙا،
باڪن کي پيڙا، آخر ٿيندا سون آسان.

●

جهڙيون شاخون سڄ جون، جهڙي سنڌوءَ پُون،
مستقبل کي مُون، اهڙو اُجرو آ ڏِٺو.

●

آڪارج آڪاڄ، آجائِي آ آهنسا،
هِنسا هِن جو ڪاڄ، هِيءَ جو آهي اَجهو.

●

پيهِي وينا پاڻ ۾، سمورا سُڄاڻ،
اِجهو اڄ سُياڻ، اوڏو آيو اَجهو.

●

ڏاها مُنهنجي ڏيهه جا، ڳُجهو ڳالهائينِ،
مُونجهاري جا مامرا، وينا وِيچارِينِ،
اميدُون آهِينِ، سِگهو لهنديون سَنگهرُون.

●

سينواريل سماج کي، نٿين سر آڏيون آءُ!
تبديليءَ جي خوف کان، ڇِرڪين ڇو ٿو پاءُ؟
ڇڏي ڏَپ ءِ ڏاءُ، آءُ تہ ڳوليون آجهو.

●

اونداهِيءَ جي آرپار، ڏٺو آهي مُون،
ڀاسي پنهنجِيءَ پُون، سُورج آهي پَنڌ ۾.

●

اونداهيءَ جي آرپار، ڏٺو مُنهنجي اک،
سورج جهڙا سوجهرا، پٽن پاسي بَک،
اُجرو آهي اَئندو، اهڙو يَقين رک،
ڇوٽو ڪائين جک، جيڏا! پنهنجي حال تي؟

•

اَيرا سَيرا آئِيا، پاٽت ۾ پيهي،
واڍوڙين ويهي، سليون سُورن ڳالهيُون.

•

سِر جي بدلي سوڀ، جُيڪر يقيني هُجي،
هوند نه هتي ڪوبه، سِسيءَ ڪي سانڍي هَلي.

•

تُون ڇا ڏيندين موت ۾؟ لاڙي! آتُرادي!
اَمُلهه آزادي، سِرڙو ناهي عيوضو!

•

سونَ سريڪا رَنگَ، اوير پاسي اُڀَ تي،
اِيءَ اَڇوتا اَنگَ، آهن اُجري ڏِينهن جا.

•

سونَ سريڪيءَ صبح جا، آهيون سڀ ڪانڪِي،
آخر ٿيٽي آ اَوس، لوءِ سڄي لاڪي،
سُورج آ ساڪِي، اهڙي اُجري ڏِينهن جو.

•

اِجهوڪي آيا امڙ! رَئي جا راڪِي،
لاهه سياهه! لاڪِي، لَتا اوداڙآل ڪي!

•

آڏيءَ ويلي سانت ۾، تر تر تِڏين جِي،
شايد ڇوي تِي: ”پِرهه آهي پندَ ۾.“

•

آلِيندي انسان لءِ، ليون لوِيدُون،
آهن اُميدُون، ايڪهين صدِيءَ ۾ آجان.



سدا ساڳِيءَ مُند ڪِي، رهڻو هِتي ناهِ،
گهنبا ڪنديون ڪامڻيون، ڪارا وِڳا لاهِ،
آخر اچڻي آهِ، موسم ڳاڙهي رَنگَ جِي.



مايوسِيءَ جُون ڳالهيون، ڪريو ڪير اَدل!
باقي ٿورا ڏِينهڙا، باقي پَل اَ پل،
اِيندي مُند بَدل، اِيندا ڏينهن گلاب جا.



ساڳيا ساڳيا ڏينهڙا، ۽ ساڳيون راتيون،
ڏيک نئين جي واسطي، اکڙيون هي آتيون،
نيڻن مان جهاتيون، هَر هَر پائن خواب ٿا.



کولي نيڻن دَر، ڀلي ڪري آئِيا،
اچو! اُنهن جو ڪريون، اکين سان آدر،
آيا پنهنجي گهر، سپنا گهنبي رَنگَ جا.



سهسين سپنا سانديا، اسان اکين مَنجهه،
ساڀيائن جي هَنجهه، آخر پربي دوستو!



پنهنجو ڀي وارو، وَرڻو آهي دوستو!
ماڻِيندا يارو! سپنا ساڀيا رُوپ ڪي.



سِندُو سپنا جهول ۾، پائي آڇي ٿي،
آهي ڪوئي پارکو، سَمجُهو سنياسِي؟
اَملهه آزادي، سپنن سَندِي ساڀيا.



هيءَ جو پاڻي بانبِڙا، ٻالڪ ٺنڊو ٻار،
آچو چُمون دوستو! هن جوُن اکيون يار!
اسان جيڪو جوڙيو، سپنن جو سنسار،
هِن جي نيڻ نِهار، اُن جي سايا مانڊِي.



سُوائي سيکو اَڄي، آوائي تان آءُ!
پورا! انهيءَ ڳالهه کي، ٻُلجين مَتان ٻاءُ!
گهاوَن مَتان گهاءُ، ڪاءُ تہ ڪِيرون ماٺيين.



ڇا هِيءَ ساڳي شهر جا، رستا ۽ ڳليون؟
اسان جِتي ارپيون، هڪٻئي کي شامون،
ڏونهان ۽ دانهُون، آهن هر ڪنهن چوڪ تي!



هاريو ڇو ٿا هانءُ؟ باقي ٿورا ڏينهڙا،
ڏاها! سوچيو ڏانءُ، لاهيون نيٺ ڏيهہ تان.



سدا مُنهنجي ساهہ کي، آهي ايءُ اُڪِير،
سرتا! شل ساٿيهہ تان، واريو وڃين وِير!
مَتان ڪارِين ڪِير! مَتان لوءِ لڄائِيين!



پَرءِ پُراڻو ڪو نہ ٿئي، هڪ پَلءُ پيو پير،
توسان دير سوير، ليڪا هڪڙي ڏينهن ڪَبا.



مَتان سمجهي ڪير، ٿورُو مال ٿِيي وَيا!
اسان لِيڪي پير، ڊِنگر سانڍ ڍڪي رکيا.

تو سان جهيڙو جوٽبو، هڪ هِڪائي تانءُ،
ڳنڍي وٺندو سانءُ، ليڪا سارِي لوءِ جا.



هِيءَ جي مُنهنجي گهر اڱيان، ڍَڪيل پير، نہ ڍامِ!
تُنهنجي گهر کي بامِ، پڻ ساڳين آهي ڏِني.



وِجهي وَڏَ، ٻيِي رکيو، اَسان آهِ ڪتاب،
ڪوليِ ساڳيو باب، وري پڙهبو وقت تي.

●

هيڏا هيءَ هاڃا ٿيا، اَيَ! تون نہ ڏرين!
ڏرتي! ٿون نہ ڏبين، ڪِيس ڏٺا تو ڪيترا!

●

اڙي او اَٹ چاڻ! توکي ڪيئن پنهنجو چوان؟
ٿنهنجي ڳوليءَ ساڻ، ٿنهنجو ٻاءُ مَرِي وَيو!

●

سَستو ماٹهوءَ رَتَ، اڃُ نہ هُيو ايترو!
آدم! تنهنجو اَتَ، ڪيڏو آهِ ٻَوائِتو!

●

اڳو پوءِ اَوس، مَرٹو سڀ کي آ مگر،
متان ڪو پَروَس، ڪانئر ٻنجي ساهہ ڏي.

●

ٽڙڪي سان ٽوڙي وِجهُون، نيٹر سيٹي،
اچو! ڪا ايهي، ويهي تَلَ وِڙهائِيُون.

●

مِنّيءَ متان مَرتيو، جنهن آ قبوليو،
ٻَلجي متان ٻائرو! تنهن کي مُٹو سڏيو،
سدا جي لءِ ٿيو، اَمر سو اِتهاس ۾.

●

رَتَ ريگزارا رودِ تي، رِيهُون ۽ راڙا،
گهوڙا ڙي گهوڙا! ڪراچي يا ڪربلا!

●

ڏِکي ٻاھر ڪَيُ، ڏيھ ڊروھي ڌاريا،
اوڇِي سنڌ اَڏُ، اصلان آھن اوپرا.

●

پورا! متان ڀانئيين، اوجهل ٿيا اِمڪان،
ماڻھن جي ھن مانُ ۾، آھن ڪي اعلان،
اڄان ڪي طوفان، سِرجَن پَيا سِنڌ ۾.

●

ڇو ٿو ھيئن ڏاڍُون ڪرين؟ روئِين ٿو راڻا!
مومل جا ماڻا، تو رِيءَ سَھندو ڪير ڀيو؟

●

ھيڏِيءَ سارِي مانُ، ڇِڱي نامي وومِيان!
ڏِسو! سُڪل ڪاٺ، ٻَرندي ٽِڙڪا ٿو ڪَرِي.

●

سُڪل ڇِنيا ڪاٺيُون، ٻَرندي ڪَن ٽِڙڪاٽ،
ڳِهلا! تو ڪٿُن ڳَاٽ، آھ جُھڪايو مانُ ۾!؟

●

توتي ٿُنھنجي ماءُ جي، مُوڙڪَ آھ ميار،
سِڱھو لاھِج ٻار! سِرڙو گھوري سنڌ تان.

●

رڳي وڏا وات! نِلهيون ڇاڙيون ٿا ھَٽو،
پاڻ پڏائيندا وَتو، ڏينھن سڄو پڻ رات،
ڪڏھن منجھان ذات، نڪري سوچو سنڌ جو.

●

ڏاھا! ٿُنھنجي ذات، ڪم نہ آئي قوم ڪي،
مُوڙھا! تو ڪيئن مات، ڪاڏي لالچ لوڀ ڪان!

●

ساڳيا ساڳيا ڏينهن، ساڳيون ساڳيون راتيون،
هاءِ! قبوليءَ ڪيئن؟ هيڏي هِن مائار ڪي!

●

ڪيڏي سيئوڪار! متان نَري ننبُ تيون،
آءُ! ڦلهوري ڇار، تانڊن ڪي پڌرو ڪَيُون.

●

سياري ڪَيو ساڙ، لوها لِڳُ ڳِڳَاتيا!
مَـٽَـنِ جهـڙي مـاٽ ۾، ڪاڃو اُتـر لاڙ!
مانجهي! مَٽي ماٽ جا، ٽوڙيو بند ڪواڙ!
اهڙي ڪريو راڙ، گونجن سارا ڳوٺڙا.

●

ياڙيائيءَ جُون ڪوهه، بزدل! ڳالهيون ٿو ڪرين؟
اسان رلي روهه، ماٽيندا سون ماڳ ڪي.

●

ٿنهنجيءَ پيرن ڪيهه، چُمي ماٿي لائيان،
ڪاهوڙي! ڪن ويهه! اکين منجهه اُتاريئين.

●

ڪَنَ ڏِٺي بُـڌ يار! سَڏَ ٻُرن ٿا سانت ۾،
لاشڪ آ للڪار، وڏي ڪنهن ويڙهاند جي.

●

باسوُن باسڻ سان يَلا، ڪڏهن ڪِريا ڪوٽ؟
آرڏا جي آڻ موٽ، مومل سي ٿي ماٽندا.

●

ڪاري ڪارونيار تي، ڇو تو ڪائين جڪَ؟
ميڙي سيڙي ڪکَ، آءُ! تہ ڪريون سوجهرو.

●

هِينئُون هَڏَمَ هارَ! تو ۾ اکيون عام جُون،
ڏِکي سِڄَ ايارَ! ايا کَري هنڙا.

●

آچو! پنھنجون آگريون، ٻاريون سنجھي ساڻ،
متان هيءَ ڪاراڻ، واٽھڙو ڳيھي وَڃي.

●

ٻاريو پنھنجون آگريون، سَنجھي سرجڻھار!
متان ڏڻ ڏنار، واٽون وِڃائي ويھَنِ.

●

ڏکيو ٻکيو آدمي، رُکو سُکو کاءِ،
پنھنجي مارڻ لاءِ، پالي تاتي آرمي!

●

مَٿن رَتا مولھيا، ڳيرُو ڳاڙھا پير،
پوءِ بہ تن جِي لوڏ ۾، ذرو ناھي ڦير،
سِنڌوءَ ڏاران کير، پِيءَ چَٽيندي ماءُ سي؟

●

ڇوڙرن ڄايا ڇوڙا! ڇو ٿو ڇرڪين ڇوڪرا؟
ڀورا! تو ڪڻن ڀؤ، سانڍيو آھہ سَرِير ۾؟

●

ٺنھنجي هنيل هام جي، پڏري ٿِي پٽي پَٽَ،
مَڪُر سان ماري وٺين، ماروئڙن جِي مَٽَ،
راھن متي رَتَ، آڄ بہ وَھي عام جو.

●

سَڪٿي ڪُنيءَ وانگيان، ڪيڏو اَيامين!
ايڏن آجامين، ڪانئر! ڪوڙو نِڪتئين.

●

ڏس ڙي نِيرن ڪوٽ! ڪهڙو بدلو ٿو ولين؟
تُنهنجي اندر ڪوٽ، ڌرتيءَ ڏٿين واسطي!

●

ڃَتَن ۾ ڃانِي، پاڻي ڳُهمو ماٺهؤو!
ڏانڻ اونداهِي، سُورج کي ڳِيهي وَئي!

●

ڇا لاءِ واٽ وِلايَتي، ڀوري! ٿو وَرتي؟
سِنڌ لَڄايَءِ ساهيڙي! اڙي او سَرتي!
تو کي هِن ڌرتي، پِٽي! پاراتا ڏِنا.

●

هوشو! تنهنجيءَ ڳالهه کي، پاڻي ڏينداسون،
سنڌوءَ سَنِڌي سوڀ لاءِ، مري وِينداسُون،
ثابت ٿِينداسُون، سچا وارث سنڌ جا.

●

هُو جو اوچي ڳاٽ سان، وڏندو سات اچي،
ڪوڙيندو ڳاڙها جهنڊا، نِيرن ڪوٽ مَٿي،
ڏِس! ڪِٿن انهن کي، هوشو مُرڪِي ٿو ڏِسي.

●

ٻيلِي! ٻانهُون ڇوڙ! هَتن سِين حِيلا ڪريون،
ناحق سندو نوڙ، لاهيون پنهنجيءَ لوءِ تان.

●

ڪونجي ٽِي ڪجڪوڙ، ڪنجي ٽَڪر جي مٿان،
ڏيندا ڪو نٿون موڙ، آرڏا آچ اِتهاس کي.

●

سَرتا! ٿون سُهاڳ! ديش دروهي ڪونجين،
ڏسان آلا ڏهاڳ، اڳ ۾ اهڙي ڏينهن ڪان.

●

جُونِي سندي جوءِ، جو، سڄان تنهن ڪان اڳ،
ڦاڙي تنهنجيءِ پڳ، ڦاهو ڪائي مان مران.

●

ڦٽ ڦلاريا ڦول جئن، جهڙا ڳاڙها گل،
هَر هنڌ آهن هُل، واڍوڙيا! وهه واهه جا.

●

جهڙا منهنجا چَپڙا، تهڙا تُنهنجا گهاوَ،
هَليا! اوري آوَ! مِٺين مَٽ مَٽائِيُون.

●

آسان تو ڪارڻ سٺا، گوندر ۾ ڀيا گهاءِ،
ڏاڍايون ڏمڪاءِ، تو ڇو ڏنا ڏيهه ڪي؟

●

سِنڌو ساريا سي وري، ارڏا ۾ آڻ موٽ،
مَهٽو ياڻئين موٽ، سِر ڏئي جي سرها ٿيا.

●

ڏنا اتئي ڪيترا، آرڻ اکين ساڻ،
يلا او مهراڻ! هَهڙي ويڙهه ۾ سنيرين؟

●

ايڏِي اولادڻ، هُونديِ سُونديِ پوءِ ۾ ڏِس!
سِنڌو سُوريتڻ، سُڏڪا يَريو تِي رُئي!

●

مِينهن وَسنديءِ ويل، ڇا ڇا سوچُون سِرجِيُون!
هُري آيا هانءِ تي، هُو جي اندر جيل،
آلا! انهن سان وري، ڪڏهن ٿيندا ميل؟
اوشل! وَسِي هيل، سارا بند ٽوڙي وِجهي.

●

ڳيا ماٿهوءَ ماس جا، چِتَرَ چوڏارِي،
هي ڪهڙي مارِي، مارِي وِڌو ماٿهپو!

•

سِرٽيون سؤنچي ڪان سواءِ، لامارا ٽيون ڏِينِ،
گوهيون ڏيو ڳِهلينِ، ٽڪرا ماٿهوءَ ماس جا!

•

پَڪي قلعي سامُهون، هي لاوارث لاش!
او نيرا آڪاش! اڪيون توڏي تس ڪنيل.

•

ساڳي لٽيل شام، ساڳيو سِنڌوءَ جو نگر!
ابڙا! تُنهنجِيءَ سام، سارن پيون سُومريون.

•

دودي جِي آڪهه، ۽ هي يتائيءَ نگر،
ڪالهه جيئان ساندهه، اَبڙو ڳولن سومريون.

•

گهايل چڏي گهوٽ، لَڄَ بچائي آئيون،
ابڙا! تنهنجي اوٽ، اڄ پڻ ساري سومرين.

•

توکي رحم نہ آئيو، او نيرا آڪاش!
لاڪِيٽن جا لاش، ڏوران ڏسندو ئي رهين!

•

ڳجهين ڦليليءَ مٿان، لڙهندا لاش پَٽيا،
جهرڻِن ساڻ جَهتيا، ڀيرا ماٿهوءَ ماس جا.

•

پائو! پنهنجي پُونء تي، هاجا تيا هيل،
اڳ نہ ڪنهن ههڙا ڏٺا، ويڙهن مٿان ويل،
ڪاٿن سمجهي ڪيل، لِڃيون لٿيون لوء جُون!

●

مٿان سمجهين مات، قبولي ويهي رهيا،
ٻاهر چُپ چُپات، اندر لاوو تو ٻري.

●

جيڏيون! شال جيئَنِ، جوڏا پنهنجي جُوء جا،
سڏ سِين سَڏُ ڏِيئَنِ، سدائين ساٿيھ ڪي.

●

سرَتيون! ڪيڏو ٿي سونهين، ڪُونڌر هٿَ ڪٽار،
وارِيس مان سؤ وار، لاڪِيٽي جي لوڏ تان.

●

سرتيون! سورِهين سَندا، جيڪر پَسو پار،
گهوريو سڀ گهرٻار، لاڪيٽن جِي لوڏ تان.

●

پاهڻ پُرزا ٿِي ڪَرِي، سندن نيڻ نهار،
پَسي سندن پار، ڏاڍن ڪي ڏڪٽي وِئي.

●

هَڪل سِين هَر وار، جُنگن جا جهوري هِينئان،
جيڏيون! سو جُهونجهار، جاني مُنهنجي جيء جو.

●

مُور نہ مڃئين هار، مات ڏني ويو موت ڪي،
سَرتيون! سو سينگار، آهي مُنهنجي ساھ جو.

●

لامُن مَٿي لوڙ، لوڏيءَ لوليون ڏئي،
او شل منهنجا اوڏا! مُنهنجي تَنجَ ملهائيين!

●

پنهنجي بابي وانگيان، واريو وَڃين شال!
ماٿين منهنجا لال! مِٽيءَ مٿان مَرتيو.

●

جئن تُنهنجا ڏاڏا، وطن تان واريا وَيا،
تئن تون او لاڏا! مَرِي موچارو ٿيئين!

●

ٻچوڪا ءِ جيلون، سُونهَنِ ٿيون سرويچ کي،
مُڙسن تي مَهلون، اِينديون آهن دوستو!

●

پِٽ ڏٿيءَ جا بيت، ناهن گهٽ بارود کان،
هُڙيون پيلا کيت، هيءَ سڀ پنهنجا مورچا.

●

پِنل مِٽيءَ جو هُڳاءُ، تو لءِ آندو مُون،
آڇين پيو ٿُون، مون کي بُوءِ بارود جي!

●

مِٽيءَ ميندي‌ءَ جي، مُون وٽ خوشبوءِ آهه،
ليکن تو کي ناهه، ساڃهه تنهن سُڳنڌ جي!

●

تُنهنجي هَٿن تي تہ مون، ميندي‌ءَ ڇِٽ ڇِنيا،
مُنهنجي ٻِڪَ ٻِڃيا! تو ڇو ٽالڊن سان ڀري!

●

جن تي اڄان ڪالهه مُون، ميندي ءِ ڇٽَ ڇنيا،
ساڳيا هَٿَ پِٽيا! رڳيءَ مُنهنجي رَتَ سان!



سُور، صدما، سختيون، نيوُن نئين سِڄَ،
نانگا! نڏُڪن سين، ناحق ايڏا ڪِڄَ،
جو تو ڇٽين پڄَ، سو تون لابارو ڪندين.



ٻيلن مان ٻوليون ڪندا، موٽي شال اچن،
واٽون تن جون وينگسون، ڏهاڙي ڏسن،
والي! شال وَرن، ڀاڳيلا پنهنجي گهرين.



ازلان سـنـدن آڏَ، اوچي آهي اوڳـٽين،
تو ڪئن سندن ڪَڏَ، ورتي سمجهي واهرو؟



سرتا! ڪيئن سُپتَ، ڪندا اهي اوڳٽا؟
ڪرمين ڪوڙ ڪپتَ، آندي انهن پاڻ سان.



جيڪي ڇڏي آئيا، ماتر ڀُومي ڀُون،
عبث اميدُون، اوهان انهن ۾ رکيون.



اڳتي پنهنجي ماڳ ڏي، وڏائي وِڳون،
ٻوءِ ڪونہ ڏِسُون، ٻُٽ وَرائي ٻوٽي.



ادل! آجايو اسان، لِڪيي ڪي لويون،
لڄڻ تا لوڙيون، اسان پنهنجي آل جا.



هوريان هَلو هوش سان، ساٿي! ٿي سانجهي،
متان ڪو مانجهي، وِڪن ۾ وِچڙي پوي.

•

جنين سندا دوستو! وطن وِڪاڻا،
آهن آرڻ ڏينهڙا، تن لاءِ آجياڻا،
ناهن زي راڻا! انهن لاءِ اسيمبليون.

•

ٻيلي! پَسي ٻاٽ، متان مُنجهو دوستو!
اوجهڙ منجهان واٽ، جيڏا! جوڙيندا هَلو!

•

ماڪ پوي ٿِي مانگهہ جي، ٿڌي پَٽَ مٿان،
ميڙي سيڙي ڪائيوُن، آٿيو يار اجهان،
متان پوءِ سُيان، ٿيو پريشان پوهہ ۾.

•

ڪانٺر قدَ ڪَچن، ننڍ وڏائي تي نہ آ،
ڏهيو جلد وَجن، ڏِگها ڍاچا شام جا.

•

دولهہ ٻيهي ڏوبَدُو، ڪونڌر ڪَٽَ نہ ڪن،
ڪيريو پَٽَ هٽن، ٻيڙ برابر ٻُتڙا!

•

هر ڪنهن هينئين هيج، آهي وڏي مِينهن جو،
هر ڪنهن وائِي وات آ، "ٻيج ٻٽائي ٻيج!"
ڇوريون ڳائن ڇيج، وسڪاري جي ساز تي.

•

اسان اهي اوءِ! ٻنيون ونيون ٻانئيون،
تون ڪٿي ٻيليندين ٻلا، لوئڙيارن جي لوءِ؟
ڪو نہ مٽايون جوءِ، ۽ ٻيو پنهنجِي جُوءِ ڪي.

•

پوپٽ پرڙن وانگيان، سُندر پنهنجا خواب،
ساپيا جڻ تہ سراب، سپنا ڊوڙن سُڃ ۾.

●

ساپيائن جي رُڃ ۾، سپنا روز ڏڪن،
ورچي ڪو نہ ويهن، وِڳون ويتر وِتريون.

●

اَمڙ! اِي آنياءُ، جيجل! جهول رَنجائيو!
ويرِي ٽيو وياءُ، آنڊي ٽانڊا آڇيا!

●

جُهونو پوڙهو جُهور، بيٺل بي ساڪيءَ مٿان،
ليڪن سندس گهور، کهٽ نہ آهي واڳهہ ڪان!

●

۴

اڙي ڏکڻ ايشيا! تو جا ڪئي غلطي،
تنهن کي سنڌ سڄي، اڃان ڀوڳي ٿي پئي!



چِمنيءَ مٿان چنڊ، چڙهي چوڏهين رات جي،
ڏِسي ننڍو ڪنڊ، پنهنجو مُنهن ڳُهنجائِيو!



ڪهڙي ڪاري منڊ، وڏيون هيءَ وِڇوٽِيون؟
ڏِسو! ڪيئن آکنڊ، ڀاڳا ڀاڳا ٿِي وَيو!



اهڙي ڪهڙي ڏوهہ جو، ايڏو وڏو ڏنڊ؟
اوڇڻ اوڍيو ڪارڙو، تو ڇو آهہ آکنڊ؟
اندر ڀاءِ اُکنڊ، آءٌ! تہ آڳاهان ٿِيوَن.



اندر منجهہ اماوسون، سانديءَ ننڍا ڪنڊ!
تو کي آهہ مُنجهائيو، ڪهڙي ڪاري مَنڊ؟
چنڊا! تو کي چنڊ، آڇي ڀيو چانڊوڪِيوَن.



چانڊوڪيءَ سان چنڊَ، مُنهن ڏٺاريو رات جو،
ليڪن ننڍا ڪنڊ! تنهنجو مُنهن ميرو رهيو!



هِيءَ جا ننڍي ڪنڊ ۾، "برلن جي ڊِيوار!"
سا ڀڻ آخر ڪار، ڍهڻي آهي دوستو!



ڇا هيءَ سڀ ڪجهہ لازمي، آهي آدم لاءِ؟
رَکو سُڪو ڪاهُ، ڀالي تاتي آرمي!



٥

اڙي او آروڙا ڇا هيءَ ساڳيو آ سنڌو؟
ڪاله جنهين جي ڪَپَ تي، ڪيڏا هئا ڪجڪوڙا!
پاڻي پِنِيءَ ٻوڙ، اڄڪله سُڙي سِير ۾!



سنڌو! ساڻ ڇڏي وَيا، ٽُنهنجا پُوڄارِي،
اَڏري ٽي وارِي، هاڻي ٽُنهنجي پيٽ ۾!



ڪپر ڪُنَ نه ڪوءِ، واري وَسي وِچ ۾!
سُڪا ٻيڻي ڇَپَڙا، اڪين آب نه هوءِ!
ڪنهن جي اڳيان روءِ؟ سنڌو ساڻ نه سنيري!



تون ڇا رستو روڪندين؟ اڙي او نادان!
جيسين آهه جهان، سِنڌو وهندو سنڌ ۾.



## ٦

ساڳيا ڳهاٽو ڳهيڙ تي، ساڳيا مانگر مڇ،
اڇو! اڇو! اورتي، اَڇي نامي اڄ،
اَڄ بہ اونهي مان وريو، راوت! ريٽو رڄ،
تو ڪيئن ويهي ڪڄ، ڪانئرا ڪَرَ ڪِني ڪَني؟

●

سَنڌ سنيالي سنيريا، اونهي مَنجهہ اجهاڳ،
اندر پاڻي آڳ، ڳهاٽو ڳهڙيا ڳهيڙ ۾.

●

ساڳيا ڪُنَ ڪُلاچ ۾، آهن اڇان تانءِ،
پورا! متان پانءِ! لهرين لڙ لهي وَيا.

●

ڪلاچيءَ ۾ ڪُوڪرا، اڄ بہ ساڳيا سور،
مانجهي! اٿو موررڙا! پلٽي وڃهون پور،
مانگر جا مذڪور، نوان ڪريون ناڪٺا!

●

اڇو اڇو ساٿيو! ساگر سِڏاريون،
ڏاڍي جي ڏهڪاءَ ڪي، ڏوُنرا ڏيڪاريون،
مانگر کي ماريون، مِڙي جُڙي موررڙا.

●

ڳهاٽو ڳهر ڇڏي هليا، مارڻ ڪارڻ مڇ،
ڪِئن سي وِهندا ڪڄ؟ جن کي وَڏ وجود ۾.

●

ڪَنڌيءَ پاس ڪُلاچ جي، مُهاڻن جا ميڙ،
ڳهاٽن جهليا ڳهيڙ، مُنهي مانگر مڇ جا.

●

تُوڏي پَلءِ آ رَهيَل، مانگر مَڇ اڇان،
پلجي پانءِ متان، مٺا سارا موررڙا.

●

۷

ڇيريون ٻَڌي ڇيڪرا، ڇَر ڇَر ڪَنَ ڇمَر،
وَسڪاري جو ڏيک آ، ڪيڏو پيارو پَر؛
جُهريل جن جا جُهوپڙا، ڳنل جن جا گهر،
پنل پتيون پُرٽيون، ڇتينِ ۾ ڇَر ڇَر،
ٿوٽين مَٿي جن سَندا، ٻِينل هونِ ڇَپر،
انهن لءِ ممنوع مِڙئي، فطرت جا منظر،
ساوڻ سراسر، سُور وَسايا تن مٿان!

●

جِهڄي جيءُ، پَسي ڪڪر، ڪارا اُڀَ مٿي،
ڪچا شال مَ ڪَڪَڙا، ساوڻ مينهن سٿي،
ڏڪيو ڏِيل وڃي، مينهوڳيءَ جي مند ۾.

●

جُهرن پَسيو جُهڙُ ءِ، لُڇن پَسيو لسَ،
وَڏ ڦڙي جي وَسَ، ويچارن سين ويل ڪيا.

●

ساوڻ پَٽَ پُسائيا، پتيون پوريائين،
جُهوپا جهورِيائين، جاڙ ڪيائين جندڙيون.

●

ڪچا گهر، جڏا ڪَري، وَسِي ڏينهن ٻه ٽي،
ويندي مند مَٿي، ڏيئي اَلڪا عُمر جا.

●

## ٨

اَلهءِ کھڙي ڳالهڙي، ڪَنين پيئي ٽن،
ٽَهه ٽَهه ڇاٽي ٽهڪڙا، ڏوٽيا ڪنڌ وٽن،
ڏسيهءِ ڇا ڪين؟ واهُوندي جا وائُرا!

●

وينگس ڇوڙي وار، ڦيريون پنهنجون آگريون،
پيا ڪيڏا ڏار! ڏونگر جهڙي ڏِيل ۾.

●

پوٽي جي هٿ مان جَهلي، رستو ٽپيائين،
۽ هو سوچيائين، پنهنجي ٻاراٽي وَهِي.

●

مُهاٽي جو ٻارڙو، ٻيڙيءَ ٻرسان جيئن،
چند ٻرسان تيئن، هِيءَ جو نِنڍڙو تارڙو!

●

انبر سندي اَڄ ۾، چند مهاٽي جان،
اَڇليو الر سان، چانڊوڪِيءَ جي ڄار کي.

●

جيئن مهاٽو ڇَڄَ ۾، تئين انبر تي چند،
ٻنهي آهي مَند، مَنڊيو ڪنهن جي واسطي!

●

سُهڻن ستارن ڀَريو، ڀَهريل اٿئي رؤ،
اڙي رات ڇؤ! ڪنهن ڏني ٽئي سوکڙي؟

●

توٽي ڪوجهو ڪارڙو، ڀَسُون پتڪڙو،
ڪيڏو سوُنهين ٿو، ٿُنهنجي جهوليءَ ٻارڙو!

●

ٻنهي پاسي روڊ جي، ڪِاٽيون ديويون ايئن؛
آمهون سامهون جيئن، ڪڙي ڄڻ سپاهه آ!

●

آخر هَٽَ - ٻَٽيِ ڪٽي، اونداهيءَ ۾ هِي،
ٽانڊاڻا ڪنهن جِي، ڳولا ۾ نڪري پيا؟

●

"ڪڙڪٻيتو ڪٽ، ماٺس پٽس پَٽَ تي!"
ٻولي ٻارن جهٽ، جهلي ٽانڊاڻو وَتو!

●

مڪليءَ ۾ او ماڻهؤ! هي تربت ڪنهن جي؟
ڦٽو آ جنهن جي، قبر مٿان ڪيڪٽَس!

●

ڪيهه ڪَن مان، ڪڍي ٻُڌ اِتهاس ڪي!
هيءَ جي مڪليءَ ۾ ستل، آهن صدين ڪان،
جيڏا! ڪجهه توسان، ڳالهائڻ چاهين ٿا.

●

چنل ڊٻڪيءَ تي، جهڙو مانيءَ جو ڪَنو!
پُنيان چؤنري جي، چنڊ ٻِينءَ تاريخ جو!

●

ڏِٺو ساري جڳَ، ڪنل چانڊِيءَ جو سِڪو؛
سِجَ لَٿي ڪان اڳَ، چنڊ ڏهين تاريخ جو!

●

ٻَر ٻِيالو مَڌَ جو، آڇي ٿو پيو ڪير؟
اُيريو آڏِيءَ وير، آهي آڏڙ چَنڊ جو!

●

اڙي ڏائڻ زندگي! کهڙي ڏني موٽ!
دوا، شيشيون، ايڪسري، سيرانديءَ رپوٽ!
آدم کي اڏوٽ، آهي اَجل آسري!

●

دوا، شيشي، ايڪسري، هٿ ۾ ٽيسٽ رپوٽ،
برقعي ۾ اڏوٽ، عورت اسپتال ۾!

●

گوهيون گتيون آبَ ۾، ڪيڏو اٿس شور!
توڙي لغڙ ڏور، آهي ٻالڪ هَٿَ ۾!

●

منهنجو وات نہ کول! تو کي سچائا گهٽو!
آهين ٺلهو ڏول، تڏهن ٿو ايڏو وڄين!

●

ڳالهائين جتي، پتيون چاڪنگ جي زبان،
آهي لوڪ تتي، گونگو ٻوڙو دوستو!

●

کنڊر جهڙو ڪر! جهوني جو چهرو گهنجيل،
مُنهن تي جڻ تہ ملر، وقت هلائي ويو اٿس!

●

تنهنجي ڪچيءَ مان ڇنو، آهي ڪنهن هيءَ مار؟
چنڊ! ٻڌاءِ يار! موتي ميڙين ڇو نٿو؟

●

هوريان هوريان پٽَ تان، لٿي چاندوڪي،
پڳي اونداهي، اگڻ ٿيو سوجهرو.

●

ڀوڪيون ٻَڌل ٻارڙا، ڏڪندي ترڪي ڪاڻ،
گهــران صبح ساڻ، ٻاهــر نڪـري آئيا!

●

سيارو، صبح، اسَ ۾، ٻالڪ پيت سان پٽَ،
جڻ ڪو آهي چِٽَ، مـها چتر ڪار جـو!

●

اُس ۾ وينل اوڪڙو، ٻالڪ ڀوڪيءَ ساڻ،
پرسان چنل واڻ، مـائس منجيءَ جي مٿان.

●

اڙي او سـَرتِــي، ٻـَڌاءِ! گـوري گـرپ وتــي!
ڪنهن جي سمرتـي، سـانڍي تـوَ سرير ۾؟

●

ڏاڏا! تـو ڇـا ڇـا ڏٺـو، انهـن اکين سـان؟
تنهنجي ڇهري مان، ڪيڏي پيڙا ٿـي بکـي!

●

### ٩

تنهنجي ڀيرن جي مٿان، منهنجو آ ڀيرو،
ڏور نہ آ ڏيرو، سفر سهنجو ٿو لڳي.



مُنهنجي اڳيان ٿا هَلن، هِيءَ ٿُنهنجا ڀيرا،
ڇڻ ڪي سَويرا، مُون سان آهن پنڌ ۾.



ڀهتا ڀير اتي، جِتي، ڪيو تو ڏاڀو،
آئون ڀانيان ٿو، اڃان اڳتي پنڌ آ.



ڏَر تَتِيءَ جو پنڌ ۾، ڀيرا سڙن ٿا،
مون ڪي ڏيندين ڪا، جُتِي پنهنجي ڀير جي؟



تنهنجيءَ جُتِي ڀير، منهنجو ڀوندو ڪئن ڀلا؟
ليڪن ٿورِيءَ دير، پائي پنڌ ڪري ڏسان!



جيڪي تو ڀوڳيو اهو، آئون ڀي ڀوڳيان،
لَڪَن ۾ لوڇيان، تنهنجي ڀيرن جي ڀنيان.



ترس! تہ ڳلاجي ٿا هلون، ساڳيو پنهنجو پنڌ،
ساڳيو آهي منڌ، ساڳيا ڀيالا ۽ سَرو.



## ١٠

ڳَجهو ڳالهائين، ڪَوِي ڪَوِتا پاڻ ۾،
هڪٻئي کي رائين، ويهي لفظن وچ ۾.

●

آڌا ترڇا دائرا، ليڪا پانءِ مَ لفظ!
ڏاڍي اوکي رمز، اکرن جي اسرار جي!

●

لفظ نہ رانديڪا، جن سان ويهي کيڏجي،
هيءَ تہ سائيڪا، اڄهارن جي واسطي.

●

لفظن جون هي مورتيون، جيڪي مون ٺاهيون،
پاريندئيون پاهيون، مون کان پوءِ پوءِ ۾.

●

او ڪَوِتا! او ڪامڻي! آءٌ اڳَن منهنجي!
مون ڪارڻ تنهنجي، لفظن مالهائون رکيون.

●

جُڳن کان آهيان ڏُکيو، آءٌ امرتا ڪئي،
مون کي منهنجي سڌ، جيئرو رکيو ٿي اچي.

●

پنهنجي پُرهہ پکيڙَ سان، منهنجو قد نہ ڪڇ!
آءٌ افق جي اڇ، تنهنجي ماپي ڪان مٿي.

●

تو ۾ پهچ نہ آ، ميان! منهنجي ڪٿ نہ ڪر!
ڳول نہ تون بازر! آءٌ آويڪو آهيان.

●

صوفي ڳولا سچَ جي، هيئڻان لاهي ڪو نہ،
ساڃهہ مٿي سون، ڪونہ قبولي ڪا پڙي.

●

مسجد منزل گاهہ، وانگر اڄ آيڏيا،
ڪَيو آ گمراهہ، آدم جي عرفان کي!

●

ڇاٿي ٻُجهي وحد هُو، ڪريو ٿا تقسيم!
رام چؤ يا رحيم، ساڳي صورت سچَ جي.

●

ٻَڌا! ڪنهن هارائيو؟ ۽ ٿي ڪنهن جي جيت؟
مندر ۽ مسيت، ٻيئي شعلن وچَ ۾!

●

دهلي ۽ منجهہ مسيت ۽، سکر ۾ مندر،
آدم ساڙيا گهر، پنهنجي پالڻهار جا!

●

رام جنم استان، يا هي مسجد بابري؟
ويڙهايا شيطان، ماڻهو نندي ڪنڊ ۾!

●

گانڌي! تنهنجي ديس ۾، هِنسا جو آ راڄ!
ماڻهوءَ جو آ ڪاڄ، ماڻهو هندستان ۾!

●

مذهب ماڻهن وچ ۾، سَنڌو ڪيڏيو آهہ!
آهي ڪو، جو ڏاهہ، سيني اندر سرحدون؟

●

هڪڙو ڪوئي ٿو الله، ۽ ٻيو چئي ڀڳوان!
هڪڙو ڪوئي رام ٿو، ۽ ٻيو چئي رحمان!
مورک! رکيو آهه ڇا، نالن ۾ نادان؟
اندر مان عرفان، حاصل ڪريو حق جو!

•

سچي تارازي مگر، ڪوتا سندن وٽ،
ڪولي ويٺا هٽ، پنڊت مُلان پادري!

•

ڪارندا شيطان جا، پنڊت ملان پير،
صوفي سنت فقير، ڏرتي ڳولي دوستو!

•

## ١٢

ايئين کو ٻہ نہ هوءِ، جيئن هو مَلي هٿڙا!
ريڻو ويڻو روءِ، وقت وڃائي وائڙو!



هو جو هو تو ساڻ، پاڇو پوئين پهر جو،
تو تنهن کي نرواڻ، ڇاٿي ارپي جندڙي!



هٿن هَتوراٽيون، انڌا ساڻ اکين!
ڪنڻ هوندي ڪيترا، ٻوڙا ڪو نہ ٻڌن!
گونگا ٿيو گهمن، ڳالهر ماٺهو ڪيترا!



اڃان تائين تو تہ، سِڪيا ناهن بانبڙا،
تنهنجي پويان موت، ڪيڏو تکو پيو ڊڪي!



نيٺين ننڊ نہ هيرا! ننڊ نهوڙيا ڪيترا،
ڍولا! ڊگهيري پير، منڪر هوءِ مَ صبح جو!



جنين لوڪ سُتي، جهيڙيو آهي جيءَ ۾،
سي ئي اڳ اُٿي، وڃي پهتا پارڪو.



ويٺي مان ورٺو نہ آ، اُٿي! ڪپڙا ڇنڊ!
پُڻ ووا! پورا پَند! ڪيرت ڪُٽي ڪينرو.



ويهي ڪين ميان! عمر اجائي ڪجي،
ڪوڙي ٿانوَ جيئان، سمرءِ سِمِي ٿو وڃي.



جِيون جُهڙَ جي ڇانوَ، جوڀن جُهوٽو واءُ جو،
ڏاهپ سندا ڏانوَ، آهن ڀـ تـي ڏينهڙا.

•

لهٽو ليکو ناهه ڪو، پنهنجو هڪڙي ڏي،
ليڪن منهنجا ڀائرو! سوچو سمجهو جي،
هڪڙي جا ڪي قرض ڀي، آهن اسان تي،
ڪيڏو چڱو ٿي! جيڪر سي موٽائيون.

•

ڏٺو يا ٻُڌو ڪٿي، اهڙو ناهه انياءُ،
ناٺي ساڻ نياءُ، اڄڪلهه وڪامي پيو!

•

هر ڪنهن ماڻهوءَ منَ ۾، ڪيڏي آهي رَڃَ!
سچَ لٽي سان سَچَ، ويڙهن کي ويڙهيو وڃي!

•

جڏهن ڏيل خواهشون، اُڀري اڇن ٿيون،
تڏهن چڙهن ٿيون، آشائون انگاس تي.

•

ماڻهو سڀ مايا مٿي، چهٽل آهن چپ!
آخر سندن ڀپ، ڀلا ڀرجي ڇو نٿو؟!

•

جهونو پوڙهو جهور، بيٺل بي ساڪي مٿان،
اکين منجهه غرور، ڪيڏو سانڍيو ٿو گهمي!

•

سالن جو سامان، پل جو پتو ناهه ڪو،
ماڻهو آ مهمان، چار ڏهاڙا زندگي!

مرڻ اهو ناهه، ساهه وڃي جنهن بند ٿي،
مرڻ اهو آهه، جيئري مردو ٿي وڃي.

●

جيئڻ اهو ناهه، جيئن ڪو ساهه کڻي جيئي،
جيئڻ اهو آهه، مَري ۽ جِيئرو رهي.

●

اکين وارين عشق کي، ڪڏهن ڪو نه ڏٺو،
انڌيون ٿي اچو! پسو انگ عجيب جا!

●

پرينءَ پسڻ واسطي، گهرجي عشق اهاءُ،
انڌو بڻجي آءُ! اکين گس وڃائِيا.

●

مون ٻوٽي ٻيٺي، جيڪي پسيو جيڏيون!
اکيون کلندي ئي، ڪن ۾ اوجهل ٿي ويو!

●

ڇا ڇا ڀُورينِ پائيا، اندر جا اسرار!
نقطا سڀ نروار، انڌين اکين سان ڏٺا!

●

"اهو" ايئين ناهه، جيئن تو اکين سان ڏٺو!
ڪوٺا ڪوپا لاهه، ان جو ڪر مشاهدو!

●

منجهان مَنَ مشاهدو، ماٺيو آهي جن،
اکيون پوري تن، اپنايو" انڪار" ڪي.

●

ساز بنا آواز، آيا ڪهڙي پار کان؟
ڪنهن پي راڻي راز، ڪو نه ٻڌايا ڪاڪ جا!

●

ناهي جن وٽ مول، چارڻ! تنهنجي چنگ جو،
جهلي تن کي جهول، مَتان پاڻ لڄائيين!

●

ڳول مَ ڳهلي جندڙي! ڦَٽَ ڄُڻائڻهار،
آهن سڀ بيمار، ڏاها پنهنجي ڏيهه جا!

●

ڪِنجهه مَ ٿي تون ڪُرڪ! واڪا ڪرمَ ويچ کي!
لاڙ مَ لاڪِي لڙڪ! مسيحا مري وَيا!

●

اندر ۾ هڪڙي اُتس، ٻاهر ٻيءَ ڪري!
پڇي ٽِيءَ پري! اهڙي دشمن دوست ڪان.

●

هيڻن ساڻ هِتي ڏنو، تيندي ڏاڍ جنهين،
الهءِ ڇو آماڻ ڪئي، سڀي چپ تنهين!
ڪڇيو ڪو نہ ڪنهين، هڪڙو اکر حق جو!

●

هونئين پوُنڪن ٿا، ڪتا فقيرن مٿان،
اوهان ڇو پنهنجا، هينئان هلڪا ٿا ڪريو؟

●

صبح نڪتي سِڄ، ٻهه ٻهه ٻُريون ٻوليون،
تون پڻ شامل ٿج! جيئرن جي جهان ۾.

●

سانڍِي سَگهيون سوچيون، جيڪي ٿيا گمراهه،
وڃائي ويساهه، ويهي رهيا واٽ تي.

●

ڦِٽيون ڪر ٻيلي! خيالن جون ٻي ساکِيون،
اٿي ڪڙو ٿي! عمل جي ميدان ۾.

●

پاڇولو پرينءَ جو، جهڙي ڇمر ڇانوَ!
هجي مٿان هانوَ، سايو سپيرينءَ جو.

●

ويچارن جي وَسَ ٿيو، ورهين پوءِ وصال،
اوريندي احوال، اکين بند ٻَڌا پيا.

●

ڏورڻ سندو ڏنجهه، کوهه کٽين ٿو ڪلهين؟
آرا اکين منجهه، هينئون هنڌ پرينءَ جو.

●

سدا سپيرين جو، ونين ۾ وسرام،
صبح توڙي شام، سچڻ ساهه ۾ وسي.

●

سچ تہ رڳو آ سڄڻ، باقي ڪوڙ سمان،
سارو جڳ جهان، آهي منهنجي مَنَ ۾.

●

منهنجي ٻانهن ۾ هئي، ساري ڪائنات،
سڄڻ سڄي رات، هيو منهنجي هنجَ ۾.

●

هٿان ڇڻ ڪنهن ٻار جي، لغڙ نڪري ويو،
تَنَ توائي ٿيو، ويندو پَسي يار ڪي.

●

پُڇو ڪير خبر، ساعت جا سنجوڳ جي،
آهہ سراسر سا گهڙي، هستيءَ جي نهڪر،
اهو پل پهر، آجو آهہ زمان ڪان!

●

ها! بس هڪڙي راتڙي، مون وٽ رهي وڃ!
منهنجو چهو مچ! ترسي پؤ پل ڪي ٻه-ٽي!

●

ڏکڻ هير ڳُهلي پئي، پُورو چند چٽاءُ،
اڄان اوري آءُ! سپنا سايا ٿي پون.

●

وسارڻ گناهه، گهڙيون جي گڏ گهاريون،
جڻن گهاٽي وڻ راهه، سرتا! تيئن ساروٽيون.

●

جيئن سج اپار، پونءِ کي پاڪر ۾ ڪٽي،
تيئن تنهنجيءَ سار، مونکي ٻانهن ۾ ڪنيو.

●

سڄڻ! ساريو ٿي جيئان، هوءَ جا پاڪر پيڙ،
اوهان ري آڪيڙ، پانيان سڄي ٻُتَ ۾.

●

آئون ڪيئن ميان؟ سڄڻ! تو وساريو!
گهڙيءَ تنهن مران، جي تون ڏاريو ڪوئيئين.

●

لڳي پکهريل ٻُتَ تي، جيئن ڪا ٽڏي هير،
سڄڻ! تيئن سرير، تو کي ساريو سڪَ ٿي.

●

پَسڻ ڳالهه وڏي، تو کي ساريو سُڪَ ٿي،
جالب! ساڻ جڏي، يادن وڙ وڏا ڪَيا.

●

ڪارڻ جيئاپي سندو، تنهنجون هي يادون،
شال ۾ وسرين تون، سدا ساهن ۾ رهين.

●

تو ڪان پوءِ مون، ويندو ساهه محسوس ڪِيو،
الا! موٽين تون، پوي ساهه سريرَ ۾.

●

سرتا! جيئڻ سراڻ، لاهي ڪَٽَ ڪنار تان،
اکين جي آلاڻ، اندر ايئن اجاريو.

●

پرين! جڏهن پوهه جا، پارا ٿي پيَرا،
مون پنهنجا هتڙا، ساروٽين تي سيڪيا.

●

پنهنجو سڀ ڪجهه مون پرين! تنهنجي نانءِ ڪَيو،
پر تو ڪو نه چيو، "ٻيلي!" مخاطب ڪري!

●

اندر منجهه اماوسون، آهن اٿيهن جون،
پورنماسي اوپرين! ٻاسي ڇيراٽيون،
اجيارن ڪي تون، اوشل آٿين پاڻ سان.

●

پرين! پُورنماس، مُور نه ٻاسي ٿي ٻلي!
اندر منهجه اماس، آهي اٿيهين جيئان.

●

تون جو ناهين سامهون، ڪيڏي آهه اماس!
توڙي پورنماس، پنهنجو پاند پکيڙيو.

●

ساروڻين جي ساءِ، جيڏا! جيڻ آ ڏکيو،
ڪيسيتائين ڪو پلا، وڇوڙن کي ڳاءِ؟
مون کان سدا لاءِ، اوشل! تون وسري وڃين.

●

تنهنجي ڇاتيءَ منهن ڏئي، روئي ٺريا نيڻ،
وري ڏيئي ويڻ، متان ڏيل ڏکائيين!

●

آءُ! گهڙي پل آءُ! ڇاتيءَ منهن ڏيئي رئان،
اندر جو ايذاءُ، تو آئي هلڪو ٿيئي.

●

گهڙي پل پلڪ، جيڪر پاڻ پَسائيين!
جاني! ساڻ جهلڪ، جڏو جيءَ سچو ٿئي.

●

تنهنجي ڪُلهي جي مٿان، ڪنڌ رکي روئان،
آءُ! پرين! پوئان، ڳچيءَ ڳوڙهن ڳانيون.

●

اڳين جنم ۾ اسان، شايد هئاسون گڏ،
هيءَ هائي هيءَ هڏ، مونکي ڇاتل ٿا لڳن.

●

اکيون ڪليل سپيون، ڏونگهيءَ ڦاکون ڇپ،
ڪانهي ڳاڻ ڳٽپ، سڄڻ سڀ ڳٽائيتو.

●

وٺي کان پوءِ جيئن، هر ڪا شئي ٺريو پوي،
منهنجا نيڻ بہ تيئن، روئي رات قراريا.

●

ڪِلِي نہ ڇاتئون، روئي راحت ماڻيئون!
پرينءَ ري پاتئون، ڳاڙها ڳوڙها پاند ۾.

●

ڳوڙها ڳلن تان ڳڙيا، سڏڪن روڪيا سڏ،
مون چاهيو ٿي وڏ - واڪي واويلا ڪريان.

●

هينئين پائي هيج، سمهان سيرانديءَ ڪري،
سمرتين جي سيج، شال مَ سُڃي ٿي ڪڏهن.

●

چنڊ! مَ چيڙاءِ ميان! ڪري منهن پيلو،
تون پڻ اڪيلو، آهين تارن وچ ۾.

●

ساروٽين ڪي سرحدون، ناهن ڪي ٿينديون،
اُڏامي اينديون، آهن يادون يار جون.

●

تون جو وڃين ٿو پيو، سرلا! ساجن ڏي،
منهنجن ڳوڙهن ڪي، ساڻ ڪنيو وڃ پاڻ سين!

●

جِتي ۽ جنهن جاءِ تي، پرينءَ ڦيريا هَٿَ،
وٺي سا هر وَٿَ، سڄڻ سَڃي آهہ جا.

●

هو جو لڳيتو، شهہ رڳ کان بہ ويجهڙو،
مون ڪي ڏسي ڪو، تنهنڪي ڪٿي ڳوليان؟

●

لُوهيون ٿي پائين، در ڏي اٿي ڪَٽَ تان!
ڇا ٿي نهارين؟ هر هر اڱڻ ٿي اچي.

●

ڏينا وِسائي وري، ٻاري وسائين!
ويٺي واجهائين، ڪنهن لءِ ساري راتڙي؟

●

اهڙي ٻي ڪا جاڙ؟ سڄڻ سنجهي سنيريو!
رائل منهنجي راڙ، ٻُڌي اڻ ٻُڌي ڪئي!

●

رات نه رهيا اٿي! مُور نه مڃئون منٿيون!
پيرن مٿان پئي، مون تان ايلازيون ڪَيون.

●

ڇاهي هن سنسار ۾؟ سرتيون! ساجن ري،
جيڏيون! منهنجو جي، نٿو ٻنيلي ٻيڙ ۾.

●

ڪوهه چئو ٿيون مون، آءُ اڪيلي آهيان؟
ٻوريون! ٻليون آهيو! اوهان نسوريون،
سڄڻ جون سارون، مون سين آهن هر گهڙي.

●

آٿون انهيءَ ڪاڻ، جيئان ويٺي جيڏيون!
سڄڻ مانَ سياڻ، سڏي گوڏي سين گڏي.

●

سڄڻ ڏاران سام، سيني اندر سور پيا،
سرتيون! حشر ڏينهن جان، من اندر ماتام،
سڀ ڪنهن ويل قيام، سيڪا ويل حساب جي!

●

پيڙائن پَسائيو، سُکن سندو ساءُ،
وڇوڙي جي واءُ، ويجهو ڪِيو وصال کي.

●

ڪنهن کي ناهه ٿهل، منهنجي جڏي جيءَ جي،
اچي شال اجل، مونتي ٿئي مهربان.

●

گهڙي ساعت پل، سور وڻڍيو ڙي سرتيون!
اچڪلهه آهه رٿل، مون کان منهنجي زندگي.

●

اگڻ متي آنءُ، ائين آيي ڪالهه جان،
اڪيون پايو در ۾، تنهنجو جَپيان ناءُ،
هِن پر منهنجي هانءُ، جيئڻ سِکيو تو بنا.

●

آڏيءَ ويلي آيُ ۾، تتر - ڪرڙي، چنڊ،
هي سارو ئي منڊ، اڻ پورو آ تو بنا.

●

سڄڻ! تنهنجو نانوَ، اونداهيءَ ۾ سوجهرو،
ڀانيان ٿڌي ڇانوَ، تنهنجون سارُون سپرين!

●

تو جي ڏِنيون سوڪڙيون، سڏڪا، سارون، سوَر،
مون سي ڪيون مُور، پَلُ نہ پري پاڻ کان.

●

مون کي منهنجي ناهه، جيڪي ڏنہ سوکڙيون،
سڏڪا صدين تاهہ، مون کان پوءِ بہ گونجندا.

●

اگڻ مٿي آءُ تون، ڪڏهن قرب ڪري،
ٻانهن منجهه ٻري، تو ڪي ڇاتيءَ لائيان.

●

الا! ماريو ٿي وجهي، مينهوڳيءَ جي ويل،
پروڪي جان هيل، آءُ تہ پڄون پاڪرين.

●

جڏهن لاڪر ٻَٽَ، ڏيئي وئين مون وٽان،
جيئڻ جهڙي جُٽَ، سرتا! سُجهي ڪانہ ٿي.

●

عمر لاءِ عذاب، اوسيئڙي جو ڏئي وئين،
مان ۽ منهنجا خواب، تو کي ڳوليندا رهيا.

●

مون ڪان منهن مَٽي وئين، ڪهڙي ڏوهہ حساب؟
سڄڻ! گذري ٿي نٿي، توري ڪهڙي ڪاٻہ،
اوسيئڙو عذاب، ساعت صديون ٿي لڳي.

●

ايئين جيئڻ اڏام، پکين سندي آيَ ۾،
سوچون صبح شام، تو ڏي پر ساهين ٿيون.

●

سرتا! تو مون ساڻ، جيڪي روح رچنديون ڪَيون،
آئون پنهنجو پاڻ، تن تان واريو واريان.

●

ساعت ساعت ساريان، وارث! سا ويرَم،
گهايل سان گڏ گهاريہءِ، دلبر جيڪو دم،
تنهن تان سڀ جنم، گهوري مُلهہ چُڪائيان.

●

جيئن ڪي اڏارون، عقابن جون اڀ ۾،
تيئن هيءَ نهارون، منهنجو جيءَ جهڙي ويون.

●

مون آ پنهنجي زندگي، تنهنجي نانءِ ڪئي،
اوشل! پنهنجو ڇئي، مون کي مخاطب ٿئين.

●

الا! مانَ ڪڏهن، اهڙي گهڙي پي اچي،
پنهنجو ڇئي جڏهن، مون کي سڏين پاڄهه سين.

●

اهڙو ڪهڙو ڏوهه آ، ڀلا ڪَيو مون؟
خوابن ۾ ڀي تون، ڪڏهن ڪڏهن ٿو اچين!

●

چوڏهينءَ جي چانڊاڻ ۾، لڳي هير ڏکڻ،
تنهن وڙيتي ويل ۾، اچين شال اڱڻ،
سڄي رات سڄڻ! چاندوڪيءَ ۾ وهنججي.

●

ساعت پانيان سال، سال تہ صدين وانگيان،
موٽي تون مون ڏي اچين، شال پلائي پال،
جيڏا!! مون سين جال! جوين ٿو جاڙون ڪري.

●

ڪَڏهن ڇپ ڇپرا ڏئي، ڇيڙائي ڪو جيئن،
چوٿينءَ جو چنڊ تيئن، توريءَ اڱڻ آئيو.

●

ڏيما لهرا واءُ جا، ۽ هي هلڪي بوند!
مهڙي ويلي هوند، تون بہ هجين ها سامهون.

●

سڄڻ! ساريو ٿي جيئان، هونءَ تان جيئڻ ڄٽ،
مانَ ورائي پَٽَ، ميان! تون موٽي اچين.

●

تنهنجيءَ نيڻ نهار، گهوري گهايا ڪيترا،
واڪا ويرو تار، تن جا گونجن ٿا پيا.

●

ڇوليون ڇوليون ٿو ڇُلان، جڏهن ياد اچين،
ڪنارا! ڪيسين، رهندين تون مون ڪان پري؟

●

رُسِي جنهن دم آنءُ، وڃڻ لڳندو آهيان،
چاهيندو آ هانءُ، سڏين ءِ موٽي اچان.

●

ڇا ٿا پُڇو دوستو! برهه جون باتيون،
راتيون جون راتيون، اسان ويهي ڏينهن ڪِيو!

●

اکيون منجهان اوتيو، تو جو مَڌ ڇُڪو،
ڪڏهن ڪو نه ڇڪيو، اسان اهڙو ذائقو.

●

ڇپن سان جي ڇَڪَ، توکي مون پاتا هيا،
اڄان تائين پَڪَ، اکريل هوندا تو مٿان.

●

ٻت ٻت ٻَري ٻاٽ ۾، جيئن ڪو ٽانڊاڻو،
تئن تنهنجو ماڻو، موهي ٿو منهنجا پرين!

●

سارونڻين مان تي اچي، تنهنجي ساهه سڳنڌ،
موکيءَ وارو منڌ، تنهنجون ساروڻ سپرين!



موکيءَ وارا مَٽَ، اکين منجهان اوتيو!
سڄڻ! ڏيئي سَٽَ، ڇِڪي ڇاتيءَ لائيو!



گوري! گهري نند ۾، تو کي ڏسڻ لاءِ،
چند لِڪا ڪا پاءِ، مَنهَن مٿان منگهه مان!



مون کان پوءِ جڏهن، ايندا ساوڻ ڏينهڙا،
لاڙي لڙڪ تڏهن، مون کي سارينديون گهڻو.





ڪُنواريون ڪَوِتائُون،
مُون سان منهنجي پَنڌ ۾.

اونداهيءَ ۾ مَشعلُون، ٻاري آنـدائـون،
مُون سان منهنجي پَنڌ ۾.

چمڪن ٿيون چانڊاڻ ۾، چارئي ڏِسائُون،
مُون سان منهنجي پَنڌ ۾.

ڪُلهو ڪُلهي سان ڏَئي، وِڪون کنيائـون،
مُون سان منهنجي پَنڌ ۾.

اڳيان اڳيان ٿيون هَلن، آسيُ آشـائـون،
مُون سان منهنجي پَنڌ ۾.





ساڳيا سپنا، ساڳي ساڀيا
ساڳيا پنهنجا پنڌ- پاتارن کان پولارن ڏي.

ساڳي مومل ۽ پڻ ساڳيا
ڪاڪ ڪڪوريا ڪنڌ
ساڳيا پنهنجا پنڌ- پاتارن کان پولارن ڏي.

ڳوهن تي بهرام بيهاريو
ڦوڪ ڦِرايا ڦنڌ
ساڳيا پنهنجا پنڌ- پاتارن کان پولارن ڏي.

موهيو مُڪتيءَ متوارن کي
موکي! تُنهنجي مَنڌ
ساڳيا پنهنجا پنڌ- پاتارن کان پولارن ڏي.

سانئڻ! وِرچي وينا ناهن
ساٿا منهنجا سنڌ
ساڳيا پنهنجا پنڌ- پاتارن کان پولارن ڏي.

سڄ سُونهاري سنڌو آ ڀيا
هيج سمورا هنڌ
ساڳيا پنهنجا پنڌ- پاتارن کان پولارن ڏي.





چيتون چيتون پير
پوءِ به آئون پَندَ ۾.

پويان پاڇا سِجَ جا، پوپاڙيءَ جي وير،
پوءِ به آئون پَندَ ۾.

ڇاڻان ٿو مُون سان ڪِٿي، هلڻو ناهي ڪير،
پوءِ به آئون پَندَ ۾.

وِڳن ۾ وِچڙيو پَوي، توڙي پيرن- ڪير،
پوءِ به آئون پَندَ ۾.





اوشل! ڇاٿين تون،
ديوارن جون ڳالهيون.

آءُ! تہ توسان اوريان، جيڪي مون سمجهيون،
ديوارن جون ڳالهيون.

پنهنجي مستقبل سَنديون، آهن اڳ - ڪٿيون،
ديوارن جون ڳالهيون.

لڪيل پنهنجي خُون سان، هِيءَ ريٿيون ريکون،
ديوارن جون ڳالهيون.

پنهنجي ماضي، حال ۽، پڻ آئيندي جُون،
ديوارن جون ڳالهيون.

ڏِسو! متان پاڻ کي، ڏِيئن ميارون،
ديوارن جون ڳالهيون.

نئين نسل جون اِهي، آهن آشائون،
ديوارن جون ڳالهيون.



هانءُ ۾ هارِي ڪوءِ!
ايندِيون ايندِيون ووءِ!
چانڊوڪيءَ جون راتِيونَ.
متان جهورِي جِيئڙو
جُنگن جي ڪا جوءِ
ايندِيون ايندِيون ووءِ!
چانڊوڪيءَ جون راتِيونَ.
چِنتا ڪڍِي چِتَ مان
چُوڙيلڻ ڪي چوءِ!
ايندِيون ايندِيون ووءِ!
چانڊوڪيءَ جون راتِيونَ.
لاک رَتِي لالاڻ ۾
لَهڪِي پوندي لوءِ
ايندِيون ايندِيون ووءِ!
چانڊوڪيءَ جون راتِيونَ.
ايندا مُرڪڻ ڏِينهڙا
لهندا سُور سيوءِ
ايندِيون ايندِيون ووءِ!
چانڊوڪيءَ جون راتِيونَ.
مارو! مِٺي ماڳ جي
لاک مِلائي لوءِ!
ايندِيون ايندِيون ووءِ!
چانڊوڪيءَ جون راتِيونَ.
آسي! اونداهيون ڏِسي
ڪو بہ نہ جِرڪِي پوءِ
ايندِيون ايندِيون ووءِ!
چانڊوڪيءَ جون راتِيونَ.





آرڻ جــــا آثـــــار،
ڳنجي ٽَڪر جي مٿان.

سـرويـچـن جي سـاٿـيـو! ڪـيڏي آهـ قـطـار!
ڳنجي ٽڪر جي مٿان.

رَتــا ريـڳاڙا ڏِسـو! چـؤنـڪـن تـي چـؤڌار،
ڳنجي ٽڪر جي مٿان.

اَلا اوڳـا چـڻ لڳـا، مسجـد جـا مِـيـنـار!
ڳنجي ٽڪر جي مٿان.

ڪُـلـهن مـٿـي ڪَـنـدَڙا، مـاڻـهـن لاءِ مـيار،
ڳنجي ٽڪر جي مٿان.

آسـي! اورڻ ڪـان وَڏا، اڄـڪـلـهـ جـا آزار،
ڳنجي ٽڪر جي مٿان.



•

جيڏا! اَتي جاچ
ماٺهن مُنهن تي ماچ
ماچُوڙي جي ٽي لڳي.

مڱڻو موٽي آئيو
ڳولي ڳولي ڏياچ
ماٺهن مُنهن تي ماچ
ماچُوڙي جي ٽي لڳي.

ناحق نيرن ڪوٽ تي
ننگو تَچي ناچ
ماٺهن مُنهن تي ماچ
ماچُوڙي جي ٽي لڳي.

لٽل سارِي لوءِ جا
آهن ڪنڌ ڪماچ
ماٺهن مُنهن تي ماچ
ماچُوڙي جي ٽي لڳي.

ساڳيا مانگر مُلڪ ۾
ساڳيا ڪُنَ ڪلاچ
ماٺهن مُنهن تي ماچ
ماچُوڙي جي ٽي لڳي.

ٻولي ٻاهرٺو هَلي
مٿي ٻاڙيءِ ٻاچ
ماٺهن مُنهن تي ماچ
ماچُوڙي جي ٽي لڳي.

آسي! شل موٽي اچي
مٿي تَڙا نَماچ
ماٺهن مُنهن تي ماچ
ماچُوڙي جي ٽي لڳي.

•



ڏرتي! هِيءَ ٿنهنجا ڏٺي، جهڙا ننڍا ٻار!
بيٺو سوچي ڪير ٿر.

ڪٽيو گهمن پاڻ سان، ماٺهو سڀ مَيار!
بيٺو سوچي ڪير ٿر.

ويجها هوندي ڪيترا، هڪٻئي کان سڀ ڏار!
بيٺو سوچي ڪير ٿر.

ايڪهين صديءَ ۾ اجان، ساڱيا تن جاپار!
بيٺو سوچي ڪير ٿر.

هِيءَ ڪنهن نيرن ڪوٽ ۾، ايڏا وِڏا ڏار؟
بيٺو سوچي ڪير ٿر.

آخر لاهيندا ڪڏهن، پنهنجي مٿان بار؟
بيٺو سوچي ڪير ٿر.

اوشل! اَيرن اَيِّ تي، اَجرا ڪي آثار.
بيٺو سوچي ڪير ٿر.





واهـــر ٽـــيـــنـــدو كـــيـــر؟ ٻُـــڌايـــو!
ڏاهر ٽيندو ڪير؟

ڪيئي بن قاسم ڪاهي پيا، هن ڌرتيءَ تي هير
ڏاهر ٽيندو ڪير؟

تـوڙي تـن جـي ٻولي ٻي آ، سـاڳيا آهـن پـير
ڏاهر ٽيندو ڪير؟

سيني منجهه صدين جا سانديل، ڪير ڇُڪائي وير
ڏاهر ٽيندو ڪير؟

ڌرمي ڌوڙ دلين تان لاهي، ماڻهوءَ من جي مير
ڏاهر ٽيندو ڪير؟

سنڌ نہ سنيري اڳ ۾ اهڙو، جهڙو آڄ انڌير!
ڏاهر ٽيندو ڪير؟



•

ڪـــو بـــ نـــ دل لاهـــي
اُيـــــرٿـــــو آهـــــي
سورج ڳاڙهي ويس ۾.
انـــڌيـــاري آنـيـاءَ جـــا
ڌوهـــ سـيـئـــي ڌاهـــي
اُيـــــرٿـــــو آهـــــي
سورج ڳاڙهي ويس ۾.
مـوٽـي پنهنجي مـاڳ تـــي
ايـنـــدا ڏڻ ڪـــاهـــي
اُيـــــرٿـــــو آهـــــي
سورج ڳاڙهي ويس ۾.
متـــان ڪـــو مـايوس ٿـــي
لاڳـــاپـــا لاهـــي
اُيـــــرٿـــــو آهـــــي
سورج ڳاڙهي ويس ۾.
اڄـــيـــارن ڪـــي آدمـــي
ڪـــيـڏو ٿـــو چـاهـــي!
اُيـــــرٿـــــو آهـــــي
سورج ڳاڙهي ويس ۾.
آس وَنـــدَن ڪـــي آســرو
آڄـــايـــو نـــاهـــي
اُيـــــرٿـــــو آهـــــي
سورج ڳاڙهي ويس ۾،
ڪـو بـ نـ دل لاهـي.

•



ڪنهن کي ياد ڪيو ٿئي؟ جو هِي ڳاڙها ٿي ويء ڳلَ!
ڪجهه تہ اسان کي سلَ!

جوڳياڻي! چؤ! ڪهڙو جوڳي ڏِي ويء عشق اَجهلَ؟
ڪجهه تہ اسان کي سلَ!

ڇوري! تنهنجي ڇاتيء ۾ آ ڪنهن جي لوچ لِڪلَ!
ڪجهه تہ اسان کي سلَ!

اکڙين ۾ تو سانديا آهن اوسيئڙا اَڄ ڪلَ؟
ڪجهه تہ اسان کي سلَ!

آخر ڪنهن جي اَڻ ٺَڻ تنهنجي هِينئڙي ۾ ٿِي حَلَ؟
ڪجهه تہ اسان کي سلَ!

شايد ساري رات رُني آن، جو آ هنڌ پنلَ!
ڪجهه تہ اسان کي سلَ!

ڪير چُرائي ويو آ تنهنجا پارس جهڙا پلَ؟
ڪجهه تہ اسان کي سلَ!





تنهنجون ڳولائون-
آهن آد جڳاد کان.

تُنهنجي آدر ياءَ لاءِ، ڪليل هِي ٻانهُون،
آهن آد جڳاد کان.

تو کان پوءِ اوپرين! رِڻَ ۾ جهڻ راتيون،
آهن آد جڳاد کان.

سارينديي ٿي تي وَيون، ٿَر ٻَر تِذڪارون،
آهن آد جڳاد کان.

سائڻ! مُنهنجي هَٽَ ۾، تُنهنجون ريڪائون،
آهن آد جڳاد کان.





ڏِيئا ڪِير وِساءِ!
اچڻو آهي مينڌرو.

ڳتوَن چوڙي ڳنڍيل، واٽن منجهه وِڇاءِ!
اچڻو آهي مينڌرو.

سوڍِل سَنڌِي سُوڪڙي، لوڪان لڙڪ لِڪاءِ!
اچڻو آهي مينڌرو.

سُتينِ سُور پِرائِيا، ويهي رات وِهاءِ!
اچڻو آهي مينڌرو.

اوسيئڙن جا عيوضا، سِکهو ٿي مِلنديا!
اچڻو آهي مينڌرو،
ڏِيئا ڪِير وِساءِ!





راڻا! تـو کـان پـوءِ
قيامت آهي ڪاڪ تي.

جاڳي جاڳي راتيـون، رينو وينـي روءِ،
قيامت آهي ڪاڪ تي.

مُنـهن ۾ مِـٽي پائيـو، ڏُڏَرُ ۾ ڏَرُ ڏوءِ،
قيامت آهي ڪاڪ تي.

آهُ! اکِـهـيءَ جي آڳـرين، الله ڪـارڻ اوهُ!
قيامت آهي ڪاڪ تي.

تُنهنجا ڳـڻ ۽ ڳالهيون، ساريـو وينـي چـوءِ:
"قيامت آهي ڪاڪ تي،
راڻا! تـو کـان پـوءِ."





ايــنـدا وو ايــنـدا، وَڏي ســر وصــال جُــون،
وايــون ڳــائــيـنـدا،
اِيــنـــدا وو اِيـــنـــدا.

ٻـانهـن وَرائـي ٻـاجهہ سِـن، چـاتِـيءِ لائيـنـدا،
اِيــنـــدا وو اِيـــنـــدا.

وَچــن وِلـهـيءِ سـان ڪَـيل، پنهـنجـا پـاڙيـنـدا،
اِيــنـــدا وو اِيـــنـــدا.

ڏولائي جــا ڏيـنـهـــڙا، لَــهِــي ٻِـــي ويـنـدا،
اِيــنـــدا وو اِيـــنـــدا.

اوجـاڳــن جــا عــيـوضــا، ڏِڪـيءِ ڪـي ڏِيـنـدا،
اِيــنـــدا وو اِيـــنـــدا.

وڏي ســر وصــال جُــون، وايــون ڳــائيـنـــدا،
اِيــنـــدا وو اِيـــنـــدا.





پُنهل! تُنهنجو وو!
ڳــولينـدي پــيـرو، مـُـون کـي سـِڄَ لَـهِـي وَيـو!

هـــاءِ! حـيـاتـيءَ کـان وَڌو، تـُـنـهـنجو اوسـيئڙو!

پـرتـيـاڻـيءَ جي پَـنـڌَ تـي، حـيرت ۾ هـاڙهـو!

پـار پـتـو کـنـهن کـان پـڇـان، پنهل! مان تنهنجو؟

ڏونگر! ڪائي ٻاجهه ڪر! ٻيلي! ڏي ڏَس ڪو!

ٻانـهـنِ منجهه ٻروچ جي ، سـاهه ڏِيـان سؤ ڪـو.

مـــون کـي سـِـڄَ لـهـي وَيـو، ڳـولِـيـنـدي پـيرو
پُنهل! تنهنجو وو!





جيڏيون! منهنجو جَتَ،
جيئڻ زهر ڪَرِي وَيا.

نِنڊ نِهوڙِي نِپٽِي، موَن مُوڙهِيءَ جِي مَتَ.

سُتي ساڻ ڪٿي وَيا، سرتيون! منهنجو سَتَ.

ڏونگر! مُنهنجي پيار جِي، ٻيلي! رکجان پَتَ.

هاريم ڪارڻ هوت جي، راهن مَٿي رَتَ.

جِيئڻ زهر ڪَرِي وَيا، جيڏيون! منهنجو جَتَ.





مـان جو وچـٿو آهيـان، مـون کي ڳوليند يـنَ،
مون کان پوءِ تون مِـٺي!

ڇـَتا ڇـوڙي ڇـيڳـري! ڏاڍو روئـيند يـنَ،
مون کان پوءِ تون مِـٺي!

مُنهنجون سارون سانوري! ڪنهن سان اوريند ينَ؟
مون کان پوءِ تون مِـٺي!

پنهنجيءَ پر ۾ پاڻ کي، ڏوهـي ڪوئـيند ينَ،
مون کان پوءِ تون مِـٺي!

ڇِـرڪِـي آڌيءَ رات جـو، در کـي کـوليـنـد يـنَ،
مون کان پوءِ تون مِـٺي!

لڙڪـن ۾ هِـي وائـيون، مـنهنجـون توريـنـد يـنَ،
مون کان پوءِ تون مِـٺي!

مـان جـو وچـٿو آهيان، مـون کـي ڳـوليندينَ،
مون کان پوءِ تون مِـٺي!





ڏَر تي ڳَڙڪو ٿِيندو، اِيندين موٽِي ٿون.

ساجن! ٿنهنجي آس نہ دل تان لاٿِي مُون
اهڙو ڏينهن بہ اِيندو، اِيندين موٽِي ٿون.

نيٺ تہ سپنا سايانون ماٿِيندا ۽
ڏيہہ مبارڪ ڏِيندو، اِيندين موٽِي ٿون.

عشق ڪَندو انصاف آسان جو ۽ تو ڪي
مُنهنجو ڳسَ ڏَسيندو، اِيندين موٽِي ٿون.

ڏَر تي ڳَڙڪو ٿِيندو، اِيندين موٽِي ٿون.





ٻــڌو آهـــي مُـــون،
سا هيڙين ۾ تُـون،
مُنهنجون ڳالهيون تِي ڪَرِين!

ڏنـدن جي هيٺان ڏِٺـي، پـوتِـيءَ جُـون ڪَنڊُون،
مُنهنجون ڳالهيون تِي ڪَرِين!

پنهنجي مُنهن سان چؤ ڪٿي! هاها! چؤ تُون! هُون!
مُنهنجون ڳالهيون تي ڪرين!

پـوئـي پنَـهـنجـي پيار جُـون، سپنن مالـهـائـون،
مُنهنجون ڳالهيون تي ڪرين!

آءُ! تــ آمـهـون سامهُـون، ويـهـي ڪـي اوريـون،
مُنهنجون ڳالهيون تِي ڪَرِين!
ســا هــيــڙيـــن ۾ تُـــون
ٻـــڌو آهـــــي مُـــــون.





سوچي مَرڪان ٿو:
آئون تُنهنجو هَمعصر!
تُنهنجي پيرن جي مَٿان
هِيءُ مُنهنجو پيرو!
سوچي مَرڪان ٿو:
آئون تُنهنجو هَمعصر!
ساڳِيءَ ڪَوِتا ڪاڪ جو
آئون جو ڳيئڙو!
سوچي مَرڪان ٿو:
آئون تُنهنجو هَمعصر!
هِيءُ جو تنهنجي هَٿَ ۾
ڪنهن کي ڏيندين سو؟
سوچي مَرڪان ٿو:
آئون تُنهنجو هَمعصر!
ڪولي پنهنجِي ڪودڙِي
مُون کي پڻ ڏي ڪو!
سوچي مَرڪان ٿو:
آئون تُنهنجو هَمعصر!
دَر دَر تي ڪستو ڪٿي
آسي ڪونهي ويو
سوچي مَرڪان ٿو:
آئون تُنهنجو هَمعصر!





ڪيڏي اونده ٻاتِ!
ڪائِي ڏِيئِي لاتِ
ٻاريو ڪنهن آدرش جِي-
وارو ڪريو واهرو!
اوجهڙ مَنجهه آواتِ
ڪائِي ڏيئي لاتِ
ٻاريو ڪنهن آدرش جِي-
اوتڙ ۾ اَتڪي پيا
ڳهيڙ سمورا گهاتِ
ڪائِي ڏيئي لاتِ
ٻاريو ڪنهن آدرش جِي-
آزاديءَ ڪي ارپيو!
ارڏا اوچا ڳاتِ
ڪائي ڏيئي لاتِ
ٻاريو ڪنهن آدرش جي-
آءُ! تہ گڏجي ڳوليون
هَوءَ وڃايل واتِ
ڪائي ڏيئي لاتِ
ٻاريو ڪنهن آدرش جي-







# سورھ سنڌي ادب




## صاحب خان سورھ ميرائي

Cell No: 0344 3919786

0300 3404488

شاعري! او شاعري!
زندگي تو کي ڏِني،
موت ۾ تو کان امرتا ٿو گهران
او سکي! توکان امرتا ٿو گهران-

پنهنجو پهريون پيار تو کي ٿو ڏيان
وَٽ! سيئي وَهنوار توکي ٿو ڏيان
بس رکو مُنهنجِي مِٺي!
پَل اَ پل لء شل ٿيئين تون مهربان
او سکي! توکان امرتا ٿو گهران-

بندگيء جي هر گهڙي تو کي ڏيان
مان مڙئي سجدا ٿو تو کي آرپيان
ذات جي ديوي! رکي
ڏانوَ جا کي ڏاڻ تو کان ٿو پِنان
او سکي! توکان امرتا ٿو گهران-

ڇئو! پلا مون کي اَهو ڏئي ٿي سکهين؟
مُنهنجي لاء تون اهو ٿِي ٿِي سکهين؟
موت کي جيکو ڏئي
مان سدا جي زندگي ماڻي وٺان
اوسکي! توکان امرتا ٿو گهران-

شاعري! او شاعري!
زندگي تو کي ڏِني
موت ۾ تو کان امرتا ٿو گهران
او سکي! توکان امرتا ٿو گهران.

●



سُرخ گلابي سپنن جا ڪي
گلدستا مون آندا آهن
ليڪن تنهنجي گهر جا سارا
ڇا لءِ بند دروازا آهن؟

ايڏو سادو ڇو ٿو بڻجين؟
سرتا! سيڪجهہ ڄاڻين ٿو تون
منهنجي سپن جي گهرڙي کي
هينئن ٻلا ڇو ڍاهين ٿو تون؟

هن گهرڙي جي هر ڪَند پاسي
تنهنجون ئي تصويرون آهن
جنهن جي هر ديوار تي تنهنجون
آويزان ڪي يادون آهن.

تُنهنجون يادون منهنجو جيوَن
منهنجي ڪائنات اها آ
تنهنجون سارون تنهنجا سپنا
منهنجي جِيت ۽ مات اها آ.

منهنجي سپنن جا او سائين!
مون وٽ منهنجا خواب رهڻ ڏي
ڪجهہ بہ تہ مون وٽ ناهي باقي
ها بس! ٿورا خواب رهڻ ڏي.

پنهنجي گهر جي رستي ۾ تو
ڇو هِي ٿوهَر پوکيا آهن؟
تو ڏي ايندي منهنجا سپنا
رت ۾ ڳاڙها ٿِي ويا آهن.

●



اسان کي جيئڻ جو طريقو اچي
اسان کي مرڻ جو سليقو اچي
اوهان پنهنجا مقتل سجائي رکو
وڏي ولولي سان وري کو اچي.

اسان رسمِ منصور جا پاسبان
اسان ئي بلاول جا مسلک ڏٺي
اسان موت جي پُهچ کان متيرا
پلي سؤ دفعا آزمايو ڪٺي.

اسان جي تو تاريخ ناهي پڙهي
اهو بزدليءَ جو تون مهڻو نہ ڏي
اها ڳالهہ شايد وساري ڇڏيءَ
اسان وٽ پراٺو پلءَ کو نہ ٿي.

اسان جو بہ وارو تہ ايندو ڪڏهن
هينئر جو وَٺءَ سو ڪري وٺ پلي
اوهان ساڻ ليکن کي چُڪتو ڪبو
اِجهو چاڻ آئي اها پِي گهڙي
اِجهو چاڻ آئي اها پِي گهڙي.





موتين جي مالهائن بدران
ٽاندن جي مالها تو آڇين!

مون تہ سدائين تنهنجي گهر جي
رستي ۾ گل پوکيا آهن
ليڪن منهنجي جهوليءَ ۾ تو
ڇو هِيءَ ٽاندا اوتيا آهن؟

هن احسان فراموشيءَ جو
ڪيڏو مُلهہ مهانگو آهي
اوڳا! اُن جو شايد تو کي
ڪو احساس ذرو ئي ناهي.

ڪنهن جي گهر کي باهہ لڳا يہ
تو کي ايڏو هوش بہ ناهي
تنهنجو گهر ڪو دور تہ ناهي
منهنجي گهر جي پرسان آهي.

منهنجي سڙيل گهر جون چڻگون
جيڪر تنهنجي گهر پهچائن
نفرت جون هِيءَ تيز هوائون
تنهنجي تحفي کي موٽائن-

چا ٿو سمجهين تنهن ڪان پوءِ تون
پنهنجو گهر بَچائي سگهندين؟
هيڏا شعلا! هيڏا دونهان!
پنهنجو پاڻ ڇڏائي سگهندين؟

مورک! ملهارن جي عيوض
ڇو ٿو ڪيڏارن کي ڳائين؟
موتين جي مالهائن بدران
ٽانڊن جي مالها ٿو آڇين!



•

جهــڙو آهــيــان، تـهــڙو آهيان
اهڙو نـاهيان، تـون چاهين ٿو
تـهڙو نـاهيان
تهڙو ناهيان-

جهڙو تـون سوچين ٿو تهڙو
مان ڀي سوچيان، تون چاهين ٿو-

تو جهڙو ٿي طوق ڳچيءَ ۾
مان پڻ پايان، تون چاهين ٿو-

تنهنجي هِـن مکروهہ مُهانڊي
کي ساراهيان، تون چاهين ٿو-

تنهنجي مُک جي ساڳي ڪارنهن
آئـون لائيان، تون چاهين ٿو-

تنهنجيءَ سوني جهوليءَ عيوض
رِيت مٽايان، تـون چـاهين ٿو-

آدرشــن تــي لِيـڪـا پـائـي
تو کي چاهيان، تون چاهين ٿو-

آءٌ ٿِـڙان تـنـهن جاءِ مٿان جت
بِيٺو آهيان، تـون چاهين ٿو-

جهڙو تون آهين، تهڙو ئي
مان ٿو پانيان، تون چاهين ٿو-

ليڪن آئون اهڙو ناهيان،
ناهيان ناهيان، تون چاهين ٿو
تهڙو ناهيان
تهڙو ناهيان
تهڙو ناهيان-



# فيض جي نالي

## نظم

ڪنهن  وئشيا جي ڪوٺي تي
ڪا رات گذاري سگهجي ٿي
اي دوست! مگر هي عمر سڄي
ڇو ڪوٺي کي آ ٿو ارپي؟
بد بخت پنجابي کي چئجي؟
يا اڙدوءَ کي خوش بخت چوان؟
پر مان تہ چوان ٿو اي يارو!
خود فيض سراسر هو نادان---!



# سپنا ڪنهن جي وَس ۾ ناهن

پنهنجي گهر جا سڀ دروازا
منهنجي لءِ تو بند ڪيا آهن
ليڪن مون کي معاف ڪجانءِ
سپنا لوفر ٿي پيا آهن.

منهنجا هِيءَ آواره سپنا
مون کي ننڊ سمهاري ڪٿ تي
اڪثر تون وٽ آهن پهتا
تنهنجي گهر جا ڪوٽ لتاڙي.

منهنجا آواره ۽ لوفر
سپنا تنهنجا مجرم آهن
جوڳي سيڪت لائق آهن
ليڪن منهنجي وَس ۾ ناهن.

ها! تون جيڪر چاهين سائين!
تعزيرن جا نِيٽر جڪڙي
پل تہ ٿياس مٿي چاڙهي ڇڏ
منهنجن ڏوهاري سپنن کي.

ليڪن هِيءَ جي سپنا آهن
ڏاڍا ڪي زور آور آهن
تنهنجي منهنجي وَس ۾ ناهن
سپنا ڪنهن جي وَس ۾ ناهن.

# ٻن مِنٽن جي خاموشي

منهنجي سنگت پاران شايد
ساڳي ريت نڀائي ويندي
مُئي کان پوءِ ٻن منٽن جي
مون لاءِ ڀي خاموشي ٿيندي!

مون تہ سدائين سانت جي قيدي
لفظن کي آزاد ڪيو آ
اُن جي موٽ اها تہ نہ هوندي
يارن کان هو ملندي جيڪا

منهنجي مُئي کان پوءِ مون کي
ارپي جا چؤ ياري هوندي
ٻن مِنٽن جي سا خاموشي
مون لاءِ ڪيڏي ڀاري هوندي

ڪاش اهي اُن ٻن منٽن لاءِ
ماٺ جي مُنهن تي مُڪ هڻن شل
۽ ڪو سانت جو ويري نغمو
ڪنهن اوچي سُر ۾ ڇيڙن شل

سُڏڪو يا ڪو ٽهڪ ڏين شل
پر نہ ايئين هو ڇهڪ ڏين شل
ڪن آدرشي آوازن جي
ڪائي منڙي مهڪ ڏين شل

ليڪن شايد سنگت پاران
ساڳي ريت نڀائي ويندي
مُئي ڪان پوءِ ٻن منٽن جِي
مون لاءِ ٻي خاموشي ٿيندي!



•

راڻـــا! آءُ اَيـــاز! وِســـاڻـــا
ڪَوِتا ڪاڪ ڪنڌيءَ جا ڏِيئا

تـو ڪـانِ پـوءِ هـاڻ اسان وَٽ
اڄڪلهہ جي شاعيري ڇاهي
بـيـنـل سيـنـواريـل پاٽـيءَ ۾
ڏيـڏر جي ڄڻ ٽـان ٽـان آهي

ڇاڻ بنا اڄڪلهہ جو شاعر
ايئـن ڇپـاڙي ٿو لـفظن کـي
ڏنـدن ۽ ڏاڙهين کان وانجهيل
جئـن ڪـو پـوڙهـو نان ڇپاڙي

لـيڪن ٻولـيءَ جي مومل کي
نيٺ تہ راڻـا! مـلـڻـو آهـيـن
سنڌوءَ جـي ساهت جا سودا!
آخـر مـوٽـي اَچـڻـو آهـيـن

۽ ڪَوِتا جي ڪاڪ ڪنڌيءَ تي
ڏيـئـا ڏات سندا هڪڙي ڏِينهن
ٻرڻـا آهـن، وَسـڻـا آهـــن
مـومل جي ماڙيءَ تي ڪي مِينهن

ٻـولـيءَ جـي مـاڙيءَ تان مـومـل
تنهـنـجي لاءِ پـاڻـي ٿي لِيئا
راڻـــا! آءُ اَيـــاز! وســـاڻـــا
ڪَـوِتا ڪـاڪ ڪنڌيءَ جا ڏِيئا

(اياز جي هندستان وڃڻ واري خبر ٻُڌڻ کان پوءِ جا احساس - اُسي)



پويارِيءَ جا پاڇا ناهيون
ڏيک ڏئي گم ٿي ويندا سون
هاڙهي جي سورج جيان اُڀري
پکڙائي پکڙي ويندا سون

سنڌڙيءَ جو اولاد اسان سڀ
ڪارونجهر جا پائر آهيون
ڪنڌ ڪپائڻ ريت اسان جي
ڪنڌ جهڪائڻ سکيا ناهيون

مڪليءَ جي تو مام نہ ڄاتي
تنهنجي سوچ سُري ڪاڏي آ
ٺٽو شاهد آهي، تو جان
مُنهن ۾ ڌوڙ گهٽن پاتي آ

تو تہ سچائپ جي ڳولا ۾
پنهنجي منهن تي ڌوڙ ملي آ
سنڌوءَ جي سونهن ۾ سوڀيا جا
منڪرا تنهنجي مَت مِٽي آ

پنهنجون پاڙون هن ڌرتيءَ جي
پاتالن ۾ پهتل آهن
جاچ تہ ڪنهن جا پير* لڏن ٿا
هوش تہ تنهنجا مُنڌل آهن

تون ڪئن مات اسان کي ڏيندين
تنهنجي وس جي ڳالهه نہ آهي
هِيءَ تہ پٿائيءَ جو ورثو آهي
پڳڙن جو ڪو ٽالهہ نہ آهي

پِٽَ ڏٽيءَ جي پُونءِ جا وارث
سالن کان پوءِ جاڳيا آهن
ڪين ڦبي سگهندين او ڦورو!
تنهنجي پويان پاڳيا آهن-



●

آئون ڪوئي سپنو آهيان
۽ تون منهنجي ساپيا
صدين کان او آزادي! مون
تنهنجا رستا جاچيا-

تو کان وڇڙي سائڻ! ڪيڏا
جنم لنگهي ويا آهن
ليڪن هر جڳ ۾ مون تنهنجا
پند پڇايا آهن-

جنم جنم جي ڦيري ۾ تون
آخر ملڻي آهين
منهنجي گهر جي آڳنڌ ۾ تون
آخر اچڻي آهين-

منهنجي آشائن جا ڏيئا
تيسين روشن رهندا
سائڻ! جيسين منهنجي گهر ۾
تنهنجا پيرا لهندا-

●

# مؤذن!

او مؤذن! ٿورو آهستي،
هِن مسجد جي پرپاسي ۾
ڪنهن پورهيت جا ڪي پيٽ بکيا
مَس هائي آهن ٻار سُتا.
او مؤذن! ٿورو آهستي،
ڏِس ٻار متان ڪو پٽي جاڳي
۽ پنهنجي ٿريل چُلهه ڏسي
ڪنهن جيجل جو پٽي جيءُ جُهري.
او مؤذن! ٿورو آهستي،
ڏِس دور ڪٿي ڪنهن مِلّ منجهان
آواز اچي پيو ٿو گهنڊ جو
۽ دونهن پري ڪان چمنيءَ جو
پيو مون ڪي پنهنجي طرف ڇڪي.
او مؤذن! ٿورو آهستي،
هي گهنڊ مقدس آ مون لء
جو منهنجي بک مِٽائي ٿو
۽ پنهنجي چلهه جي ٻارڻ لء
مان چڻنگ وٺان ٿو چمنيءَ کان
تون پاليل من وسلوا جو
هي ڳالهه ڪٿي ٿو تون سمجهين
آندن جي هن شورو غُل ۾
آوازِ اذان آ بي معنيٰ –

# فطرت ممنوع

منهنجي سائڻ!
تون چوين ٿي:
تنهنجي وارن جي وَراڪن
تنهنجي نيڻن تي لکان
منهنجي سائڻ!
تون چوين ٿي:
حسن فطرت تي لکان
هاءِ سائڻ!
مان ڀ چاهيان ٿو ت تنهنجي
گيسوئن جي راتڙين بابت لکان
تنهنجي نيڻن جي حسين
ڏينهَنِ متعلق ڪجھ لکان
هاءِ سائڻ!
مان ڀ چاهيان ٿو ت
پنهنجي شاعريءَ ۾
حسن فطرت کي سمايان
هِيءَ مينهوڳي جي موسم!
هيءَ گلن تي
ساٿوٽيءَ جي مند جا ڀهريان ڦڙا!
مِينهن ۾ وهنتل سرنهن جون
ڇهچ سايون ٽاريون!
۽ منجهن هي چمڪٽا!
جڻ وڄائن جهانجهہ ٽا!
جڻ ت مَحوِ رَقص آهن!

هي وسڻ جي ويس ۾
جوڀن ڀريو سانوڻ!
ڪنهن ڪنواريءَ جي سُندر
مُرڪڙي جيئان
هيءَ وَراڪا وِچَ جا!
جڻ ته ڪي سپنا ورهائن ٿا پيا!
جڻ ته روشن آئيندو ساري
ڏين ٿا ٽهڪڙا!
منهنجي سائڻ!
مان مڃان ٿو
هي سڀئي
حسن فطرت جا نظارا
جڻ ته موڪيءَ جان ڀريل پيالا
ورهائن ٿا پيا
پر خبر ٿئي!
منهنجي سائڻ!
هيءَ حسنِ ڪائنات
هيءَ فطرت جا نظارا
منهنجي لاءِ ممنوع آهن!
تنهنجي ڌرتيءَ جا اهي
رنگين نظارا
مون لاءِ بي معنيٰ سمورا،
جو ته مون کي سَڌَ آ
جنهن کي تون
حسن فطرت ٿي سڏين
سو سڀئي
ڪنهن

ضِلِ سُبحاني جي لاءِ
جنت نما عشرت ڪدو ٽي ٽو سگهي پر
منهنجي لاءِ ڪا منجهس ناهي ڪشش.
آئون
جيڪو
سال جون سيئي مُندون
پاڻ سان گڏ
پنهنجي ٻارن جا بکيا چهرا ڪنيو
پنهنجي ناڪرده گناهن جي سزا
ڀوڳيان پيو!
آئون
جيڪو
ٺوٺين جي ٽيڪ تي بيٺل
پنهنجي گهر جي ڇت هيٺان
ڪن گلابن جهڙي جسمن کي
ڇڏي نڪتو آهيان
پيٽ جو دوزخ ڀرڻ
منهنجي سائڻ!
تون چوين ٿي؛
وڏ ڦڙي جي ساز تي جُهونگاريان!
منهنجي سائڻ!
مون تي تون ايڏي ڇتَر
چوٿي ڪرين؟
منهنجي سائڻ!
مون کي تون چوٿي چوين؛
تنهنجي وارن جي وراڪن

تنهنجي نيڻن تي لڪان
حسن فطرت تي لڪان
منهنجي سانئڻ!
حسن فطرت جا نظارا
منهنجي لاءِ ممنوع آهن -



# آئون پنهنجا نيڻ چمان ٿو

نئين چاول ٻالڪ جا آئون
هٿ چُمان ٿو
نيڻ چُمان ٿو-
ڇو تہ سياڻي، مون کان پوءِ
منهنجي اڄ جا
سپنا ۽ آدرش سمورا
ڳاڙهي موسم ۾ جنهن ويلي
ڳاڙها گل جهليندا تڏهن
هن ئي نيڻن سان مان پنهنجن
سپنن جون ساپيائون ڏسندس-
هن ئي هٿڙن سان مان پنهنجن
آدرشن جون مکڙيون چُونڊي
جهول ڀريندس-
۽ پوءِ دور مٿي انبر تان
هيٺ سموري ڌرتيءَ تي مان
پنهنجي ڳاڙهي جهول ڇنڊيندس-
جهولي جنهن ۾
تنهنجي منهنجي
سپنن جون ساپيائون هونديون-
ڌرتيءَ جون آشائون هونديون-
هائو!
آئون پنهنجي آئيندي جا
پير چُمان ٿو-
نئين چاول ٻالڪ جا نہ، پر
آئون پنهنجا هٿ چُمان ٿو
آئون پنهنجا نيڻ چُمان ٿو-

•

# باغي خواب

" تنهنجا خواب ڏوهاري آهن
ها! تنهنجا هي سڀ سپنا دهشتگرد ۽ باغي
تخريبي آهن-
ڏوهن جي تاريخ ۾ سڀ کان وڌ هي تنهنجا
خواب ڏوهاري آهن-
ٽين دنيا ۾ رهندي، چوٿين دنيا جا تو
ماڻهن جي نيڻن ۾ خواب پريا آهن ڇو؟
تون باغي، منکر، ڪافر ۽ ڏوهي آهين
تو خوابن کي آهه بغاوت تي اُتساهيو
توتي فردِ جرم سان گڏ کي فتوائون پڻ
عائد ٿيٺيون آهن-
توتي تُنهنجا سپنا، تنهنجون آشائون پڻ
شاهد ٿيٺيون آهن-
تبديليءَ جي ڳالهه ڪرڻ وارا هي تنهنجا
سپنا ڪافر آهن-
تنهنجي مستقبل جي آدرشن جا هيءَ
آئينا ڪافر آهن-
تنهنجا خواب ڏوهاري آهن
تنهنجا خواب ڏوهاري آهن
تنهنجا خواب ڏوهاري آهن -"



# آزادي

هُوءَ جا
آڏيءَ ويلي تُنهنجي
در تي اچڻي آهي-
هُن جي
پيرن جي هو پايل
ڇم ڇم وڄڻي آهي-
ليڪن ڏس! ڪيئن سياري جي هن
سرد اماوس راتين ۾ تون
گهري ننڊ ستل آهين!
جڻ ڪنهن دوشيزه جي هنج ۾
چانديءَ جهڙين ٻانهن ۾ تون
ساري رات پيل آهين!
هُن جو آڌر ڀاءُ ڪندين ڪيئن؟
ايئن نہ ٿئي جو،
هو توکي هيئئن
ننڊ ڏسي، ڪاوڙ ۾ ڀرجي
پِٺ پاراتا ڏيئي وڃي-
جنم جنم جا اوجاڳا ءِ
کي اوسيئڙا ڏيئي وڃي-
هُوءَ جا
آڏيءَ ويلي تنهنجي
در تي اچڻي آهي-
●

# ٽِڪو

ڌرتيءَ جي گولي تي هڪڙو
ٽِڪو آهي
جيڪو منهنجو پنهنجو آهي
ڪنهن ڪُنوارِيءَجي ماٿي تي چڻ
تِلڪ لڳل آ
يا ڪنهن ناريَءَ جي نَڪ ۾ ڪو
لال مڙهيل آ
دنيا جي گولي تي سو هِڪ
نقشو آهي
جيڪو منهنجو پنهنجو آهي
تنهن نقشي جي ڌرتيءَ جو هڪ
ورثو آهي
جيڪو منهنجو پنهنجو آهي
تنهن ورثي ۾ ماڻهن جو هڪ
مُچڪو آهي
جيڪو منهنجو پنهنجو آهي
سو مُچڪو هڪ ٽِڪو هوندي
ڪتڪو آهي
ڪنهن جي دل جو اَلڪو آهي
ڪنهن جي دل جو ڪتڪو آهي
ليڪن منهنجو پنهنجو آهي
هائو! منهنجو پنهنجو آهي-



## سنبت

منهنجي شهر جي ماڻهن کي
وَڄَ نڪري آيا آهن
۽ انهن
ٻارڙن کي سچاڻ
ڇڏي ڏنو آهي!
صبح جو جڏهن
سج نڪرندو آهي
تہ هو ان ڏانهن
ٽڪون اُچليندا آهن!
۽ رات جو جڏهن
بلب روشن ٿيندا آهن
تہ هو انهن کي
پُونڊا ڏيندا آهن!
جڏهن کان
ڪي زائفائون ۽ ٻار
پنهنجي ساهن کي
شهر جي چوُنڪن ۽
بازارن ۾ ڇڏي آيا
تڏهن کان
منهنجي ٻهراڙيءَ جي ماڻهن
شهر وڃڻ ڇڏي ڏنو هو
۽ اڄڪلهہ
جڏهن تہ

شهر ڏي ويندڙ
سيني رستن جي منهن تي
لکيو ويو آهي،
"ٻهراڙي جي داخلا بند آهي."
تڏهن هو
مُنيون پيڙي
ڏند ڪرٽي
ٻرندڙ اکين سان
شهر ڏانهن سنبت پيا ڪن-



## حسد

سورج کي وسائڻ لاءِ
بادل پنهنجي جسم جو
سمورو پاڻي
مٿانئس نپوڙي ڇڏيو!
هيٺ زمين تي
گلڙن اهو لقاءُ ڏسي
کلي ڏنو
۽ سورج
بسنت رُتَ جي
پهرين جهوٽي کي
اک پيحندي چيو؛
"ڏِٺءِ!
حسد جو حشر---!"



## چُمي

مون چمڻ تي چاهيو
منهنجي سامهون،
يار جا ڳل
محبوب جا چپ
زاهد جي پيشاني
۽ پورهيت جا هٿ هئا
(مون کي
صرف هڪ چمي ڏيڻي هئي)
مون
هڪ فيصلہ - ڪن نظر
سيني تي وڌي
۽ پوءِ
پورهيت جي ٻنهي هٿن کي
مقدس ڪتاب جيئن کولي
مٿس پنهنجون اکيون
۽ چپ رکي ڇڏيم۔



# تخريب/ تعمير

منهنجي ديس جي
سمورن ماڻهن
پنهنجن گهرن کي
باھ ڏيڻ کان پوءِ
روشنيءَ ۾ جاچي ڏٺو:
ڇتين جي ڪکن سان گڏ
ڇتين جي ڏرڙن ۾ ويٺل
سمورا نانگ پڻ
مري چڪا هئا- -
۽ پوءِ
شڪراني طور
ٽڏو ساھ پري
سمورا ماڻهو
نوان ڪک ميڙڻ
شروع ٿي ويا-
●

# ڦرُ

اسين سڀ ڪجھ ڦرائي چُڪاسون
ايڏو حرص چڱو نہ هوندو آ
او ڦورو!
تو وڏي غلطي ڪئي
جو اسان وٽ رهيل
آخري شئي
ڏپ بہ ڦري وئين!
هائي اسان
جيڪي بي ڏپا آهيون
وراڻو ڪري
تو ڏانهن وڌون ٿا
توڪان پنهنجو سڀڪجھ
(سواءِ ڏپ جي)
واپس ڦرڻ لاءِ -



## تون!

تون
جيڪو لطيف کي نٿو پڙهي سگهين
اياز کي ڇا پڙهي سگهندين؟!
۽ تون
جيڪو اياز کي نٿو پڙهي سگهين
مون کي ڇا پڙهي سگهندين؟!
اڙي نادان!
مون کي تنهنجي بي حسي تي
حيرت آهي!
۽ آئون
توکي مخاطب ٿيڻ لاءِ
ڪنهن اهڙي لفظ جي ڳولا ۾ آهيان
جيڪو ڀرپور نموني
لفظ "زندهه" جو ضد ٿي سگهي -



# مٽيءَ جي خوشبوءِ

گهڻو وقت اڳ
هڪ ڀيري
جڏهن
مُند جو پهريون مِينهن
وٺو هو
تڏهن
هڪڙي ماڻهو
پنهنجي ديس جي
پنل مٽيءَ جي خوشبوءِ
پنهنجين مُٺين ۾
۽ ڳاڙهي ڪپڙي جي هڙ ۾
ويڙهي ڇڏي هئي
۽ اڄڪلهه
آئون ڏسان پيو
گهڻي وقت کان
سندس در اڳيان
ماڻهن جي
هڪ ڊگهي قطار
بيٺل آهي
۽ جيڪي
ان خوشبوءِ جي عيوض
ڪيس
پنهنجي رت جا
پريل ٻُڪ
آڇي رهيا آهن -

## امرتا

اوهان
جيڪي پنهنجون
طبعي عمريون پوريون ڪري
مري ويندا
وسري ويندا
اوهان ڪان تہ چڱا ڀلا
يزيد
فرعون ۽
نمرود!
جن تي توهان
هر دؤر ۾
لعنتون ٿا وجهو!
ڪيڏو نہ چڱو ٿئي
جو اوهان پنهنجي لاءِ
رحمتن جا گلاب نہ سهي
لعنتن جا ٿوهر ئي سهي
پوکي وڃو
ڪجهہ تہ ڇڏي وڃو
جنهن ڪي اوهان جي نالي سان
ياد ڪيو وڃي
پوءِ اهي
گلاب نہ سهي
ٿوهر ئي سهي
ها!
رحمت نہ سهي
لعنت ئي سهي -

# پيڙهيءَ وچوٽيءَ

اوهان
جيڪي ننڊ جا
اوندهه جا هيراڪ آهيو
سورج
اوهان جو اکيون تي ڇُپايون
۽ اوهان
پنهجن اکين جا بلور ڪڍي
ڪيس نشانو بڻايو!
۽ گهايل سورج
تيز ڪائيندو
ڪيرٿر جي چوٽيءَ جي هُن پار
ڪري چڪو
هو ڏسو!
ڪير ٿر جي هُن پار
اوهان کي رتو آسمان نظر ايندو
(پر اوهان تہ
پنهنجون اکيون
ڪڍي چڪا آهيو!)
چڱو آئون ٿو اوهان کي ٻڌايان،
اوهان جا نشانا
ٺيڪ لڳا آهن
مون کي چٽيءَ طرح سان
سنڌوءَ جو ڳاڙهو پاڻي نظر اچي پيو
ٿوري دير اڳ
اتان ئي تہ سورج منڊ ڪائيندو

رت ڳاڙيندو لنگهيو هو
يقينن ڪيرتر جون چوٽيون پڻ
رتل هونديون
جو تہ صفا هاٺي
گهايل سورج
انهن چوٽين پٺيان ڪِريو آهي
ليڪن اوهان
پنهنجي ڪاميابيءَ تي
ٺهڪ جو نتا ڏيو!؟
اوهان اهو ٿي تہ چاهيو ٿي
تہ ڏائڻ رات اچي
۽ اوهان جا گوڏا چٽي
اوهان کي سمهاري ڇڏي
پر شايد اوهان کي
پنهنجي ڪا غلطي ڪُکي پئي
اوهان جو شڪار
سورج تہ ختم ٿي چڪو
پر اوهان نٿا ڏسي سگهو
اوهان جي نئين نسل
ڪيرتر جي هن پار
سورج جا ذرڙا ميڙي
پنهنجن اکين ۾
رکي ڇڏيا آهن
۽ هو
ڪارونجهر جي هن پار کان ايرندڙ
روشني جي ريکا ڏسي
ڪا ماناٺي مُرڪ
مُرڪي رهيا آهن -



## تون

جيڪو پنهنجي قلم سان
ڏند پيو ڪوٽين!
۽ چاهين ٿو:
تنهنجي شعرن ۾
اياز واري سگهه پيدا ٿئي -!!



## فطرت

ڪويل جا ٻچا
ڪانوَ جي ڪوڙي ۾
پَلجن ٿا
ليڪن
ٻولي
پالڻهار جي نہ
پر
پنهنجي ماءُ جي ڪن ٿا-



## ٽري ڪانگ

مون کي يقين آهي؛
تو ڪڏهن
ٽري ڪانگ کي
ڪاڇي ۾ اڏامندي
نہ ڏٺو هوندو
لڳيتو؛
توکان وڌيڪ
انهي ڪانوَ
مارويءَ جي فلسفي کي
سمجهيو آهي -!



# اياز سان حجت

مون پڙهو:
الطاف چيو:
"ٿام لو ايڪدم
ٻي عصائي قلم
ايڪ فرعون ڪيا
لاک فرعون هون
ڏوب هِي جائينگي...."
اياز!
ڇا تون ٻُڌائي سگهندين
تنهنجون هي سٽون
اُچارڻ وقت
سندس سامهون
موسيٰ ڪير هو؟
۽ فرعون ڪير هو -؟



## ڪسارو بادام

آئون
اياز جي
ڪتابن جي سيٽ کي
ترتيب ڏئي رهيو هئس
۽ داڻو داڻو
بادام ڦڪي رهيو هئس
”نيل ڪَنٺ اور نيم ڪي پَتي“
ڪٽڻ مهل
وات ۾
بادام جو ڪسارو داڻو
اچي ويو
۽ مون
پريل وات
ٿوڪاري ڇڏيو-
●

## فيض جي نالي
## نثري نظم

وئشيا جي ڪوٺي تي
رات تہ گذاري سگهجي ٿي
پر عمر نٿي گذاري سگهجي
فيض!
تون بد نصيب هئين
يا پنجابي بد نصيب هئي
يا اڙدو خوش نصيب هئي !؟
●

# شاعري

شاعري منهنجو روح آهي
۽ روح
ڪڏهن به مرندا ناهن
جڏهن به اوهان
منهنجي جسم ڪي پوري
شهر ڏانهن واپس موٽندؤ
تڏهن آئون
انهن ئي ساڳين رستن تي
اوهان کي ملندس
۽ اوهان سان ڳالهائيندس
۽ اوهان
منهنجيون ڳالهيون ٻڌي
مون بابت
هڪٻئي کان سوال ڪندا
۽ جڏهن
اوهان لاجواب ٿي ويندا
تڏهن
منهنجي شاعري
توهان کي
توهان جي سوالن جا
جواب ڏيندي-
شاعري
منهنجو روح آهي
۽ روح
ڪڏهن به مرندا ناهن -

# ”هُن“ جي نالي پنج نظم

● منهنجي هر چڱائي
۽ برائيءَ کان واقف
اي منهنجا دوست!
تون منهنجو
ڪيڏو نہ خطرناڪ
دشمن ٿي سگهين ٿو -!

●● گلڙن جي
مالهاجيئان
تنهنجي ٻانهن جو
اهو دائرو-
جيڪو تو ڪڏهن
منهنجي ڳچيءَ ۾ وڌو هو
اڄ آئون ان کي
پنهنجي ڳچيءَ ۾
سوڙهو ٿيندو
محسوس ڪريان ٿو -

- اي منهنجا دوست!
منهنجي محبت
منهنجي چؤڏاري
خود فريبيءَ جو ڄار
اڻي ڇڏيو آهي
۽ مون
پنهنجن سمورن حواسن کي
لوڏي ڪڍيو آهي
۽ هاڻ
تون چاهين ته
مون کان
نفرت ڪري سگهين ٿو -

- مون کي
"وڇون" انهيءَ ڪري
وڻندو آهي
جو اهو
ٿنهنجو "بُرج" آهي -

- ترڪي" ڏسي
خدا" کي مِٺو ٿو پوي -

## ايمان

مون کي آزاديءَ ۾
ايڏو يقين آهي
جيڏو توکي
ان ڳالهه ۾ يقين آهي
تہ تون ....... جو پُٽ آهين-

●

## سينڌ

ان رات
گهر ۾ ڪي ٻار
راند ڪري رهيا هئا
منهنجون اکيون ڪتاب ۾ هُيون
۽ ڪن هنن ڏانهن هئا-
اوچتو جڏهن
هڪڙي ٻار سينڌ وچائي
ته ٻئي کيس منع ڪئي
سينڌ وچائيندڙ ٻار
اُن پابنديءَ تي اعتراض ڪيو
ته منع ڪندڙ ٻار وراڻيو:
"رات جو سينڌ ڪاڻ وچائڻي آهي-
گناهه ٿيندو."
"ڇو -؟" هن حيرت مان پڇيو
"رات جو سينڌ وچائڻ سان
الله سائين جاڳي پوندو -"
ٻار جواب ٻڌي چُپ ٿي ويو
۽ ان مهل مون چاهيو هو ته
آئون زور زور سان
سينڌ وچائيان
پر
مون کي سينڌ وچائڻ
نه ايندي آهي -

●

## اسان ماڻهو

اسان سڀئي
پَر پُٺ هڪٻئي جون
گلائون ڪندا آهيون
۽ توقع رکندا آهيون
تہ اسان جي
ساراهہ ڪئي وڃي -!
●

## سپنا

ڪيڏا نہ هوڏي آهن سپنا!
جيون جي رڻ ۾
ساپيائن جي ڳولا ڪندي
سندن پير
ڦَتجِي پيا آهن
پر ڪٿي بہ بيهي
دم نٿا پٽين -!
●

# مُرڪ

دنيا ۾
فقط هڪ ئي
اهڙو سودو آهي
جنهن ۾
ڪڏهن به
ڪنهن به قسم جي
گهاٽي جو الڪو ڪونهي
ها!
تو ڪڏهن
مُرڪن جي متاسنا ڪئي آهي -؟

●

## اها گار تہ ڪانهي

اها ڳالهہ ٻڌائيندي
تون ڦِڪو ڇو ٿو لڳين؟
تہ
تنهنجو ڏاڏو
۽ تنهنجي ڏاڏي
بهشت ۾
اگهاڙا رهندا هئا -!



## ٽي اُگهاڙا نظم

• اگهاڙپ کي به
پنهنجي سونهن آهي!-

• اگهاڙو ڪوڙ به
اهڙو ئي سهڻو لڳيتو
جهڙو اگهاڙو سچ -

• سچ ۽ ڪوڙ ۾
هڪڙي
هڪجهڙائي آهي:
اهي ٻئي
اگهاڙا سهڻا لڳن ٿا -

•

# سچائيءَ جو سنگ

چيم:
"اياز ڪي سڃاڻين -؟"
چيائين:
"ڪير مون کان وڌ ڪير سڃاڻي -؟"
چيم:
"تون وري اهڙو ڪير آهين -!؟"
چيائين:
"آئون "محمود" آهيان -"

●

ڇُپ آهيو دنگ جي پٿر جيئان
چو نٿا گرجي اٿو ڪيهر جيئان

سرد جذبا ڇو اوهان جا ٿي ويا؟
مَچَ ساڳيو ٿي ٻري پيو پر جيئان

هر دفعي هر موڙتي ڪي مسئلا
پنهنجي واٽن ۾ ڦٿا ٺوهر جيئان

ڇو ڀلا هن ڳالهہ تي سوچيو نٿا:
پنهنجي گهر ۾ ڇو اسان ٻي گهر جيئان؟

آجپي ڀيجل جيئان آ سڱن هنئين
ٿي پيو هر ڪو ٿي سورٺ ور جيئان

ساٿيو! سوراج جو سُرندو ٻُڌو!
ٿو ٻُري ڀيجل سنڌي ڪينر جيئان

قوم ساري آ پريشان، وائڙي
شهر ۾ گم ٿي ويل ڇوڪر جيئان

ڪنڌ پنهنجي ڪي سنڀاليو! شهر ۾
رسمِ نادر پئي هلي اڄ پر جيئان

سنڌ سهڻيءَ جان ٻڌڻ آهي لڳي
ءِ سيئي پيا ٿا ڏسن ميهر جيئان!

تنهنجي ڳولا ۾ ڪوئي نڪتو هيو
۽ هميشه لاءِ وڃائيجي ويو

جا خوشي مون کي ملي، تو ڪان ملي
جو به غم مون کي مليو، تو ڪان مليو

شاهه رڳ کان ڀي قريب آهين مگر
هي جنم ڀي تنهنجي ڳولا ۾ ڪٽيو

جيترو سمجهڻ خدا کي آ ڏکيو
تو کي سمجهڻ ڀي ته آ تيڏو ڏکيو

تنهنجي پيرن جي نشانن تان هلي
تنهنجو ديوانو ڪٿي پهچي ويو

پنهنجي گهر جو ڏسَ پڇندو ٿو وتي
تو کي ڳولڻ لاءِ گهران نڪتو هيو

هاءِ! سپنن جي سرابن ۾ ڪوئي
سايائن جي پٺيان ڊڪندو رهيو

نقشِ پا تنهنجو جتي آيو نظر
مون اتي بي ساخته سجدو ڪيو

پنهنجي گهر کي ڪو به ڊاهيندو نه آ
منهنجي دل جا چو ٿا هيئڻ پورا ڪيو

تنهنجي نظرن جو ڪمال آهي اهو
مون تہ هڪڙو ڏُڪَ پي ناهي پريو

مُنهن لڪائي مون اکيون پنهنجون اُگهيون
هو پري محفل ۾ پئي مون تان کليو

خواهشن جي تياس تي آهي چڙهيو
تنهن ڪان پوءِ ٿي تہ ڪو آسي سڏيو



هڪبئي کي ڏاڙهن تا ماٺهو
ڄڻ ڪنهن ڄتي ڪاڏل آهن

ڪوئي ڪنهن کي ڪيئن سڃاڻي
ماٺهو سڀ ٻُوٿاڙيل آهن

ڀِتَ ٽپڻ کان اڳُ ٻُڏي ڇڏ
ڀاڳيا اندر جاڳيل آهن

پنهنجي ڀاڄي کان ٿا ڄرڪن
ڏاڍا کي هيسايل آهن

هڪبئي کان اڻ واقف آهن
ساڳي ماءُ جا ڄايل آهن



هي جهان تُنهنجون اکيون ۽ هو جهان تنهنجون اکيون
منهنجي دنيا جا زمين ۽ آسمان تنهنجون اکيون

پل تہ منهنجي لاءِ هجي سارو جهان نا مهربان
شل هميشہ لاءِ هجن هي مهربان تُنهنجون اکيون

نيڻ تنهنجا ايئن لڳن ٿا جڻ تہ آهن مشعلون
گگھ اوندھ ۾ ايئين جڻ ڪهڪشان تنهنجون اکيون

پنهنجي نيڻن جا پنا اُٿلا نہ سڀ ڪنهن جي اڳيان
منهنجي جيون جو سمورو داستان تنهنجون اکيون

منهنجي لاءِ آهن اهي قرآن جون جڻ آيتون
يار! ٿورو اورتي آءُ! مان چُمان تنهنجون اکيون

منهنجي پهرين ۽ اها ئي آخري آ چاهنا
بس گهڙيءَ ڪن لاءِ چپن سان مان چُمان تنهنجون اکيون

•

ساوڻ جا وسڪارا قيدي
سيارا ۽ اونهارا قيدي

ٿون قيدي ۽ مان پڻ قيدي
۽ قيدين جا سپنا قيدي

ڪيتيءَ ڪان اوٻاڙي تائين
سورج چنڊ ستارا قيدي

يارو! پنهنجي ڌرتيءَ جا سڀ
آهن وڻ ٽڻ ٻوٽا قيدي

سالن ۽ صدين ڪان آهن
اکڙين ۾ اوجاڳا قيدي

اهڙو ڪهڙو ڏوهه ڪيوسون
پنهنجا سارا جذبا قيدي

تنهنجي منهنجي شهرن جا سڀ
رستا ۽ چوواٽا قيدي

مئخوارن ۾ شور مچي ويو
ساقي! تنهنجا پيالا قيدي

چئن ڏسائن جي وچ ۾ هت
ٻيا ٽيا ٻيا ٻيا آ قيدي

انڌي نگري چرپٽ راجا
چور ڇُٽا ۽ ڦاٿا قيدي

ڀهراڙي اک ڪولي آهي
هاڻ نہ هت ڪي رهندا قيدي

مورک! تو کان ٿيٽي ناهي
آزاديءَ جي آشا قيدي



ڪوڙ دوکي ۽ ٺڳيءَ جون ڳالهيون
يار! ياري دوستيءَ جون ڳالهيون

خود فريبي، خود سريءَ جون ڳالهيون
عشق جون ۽ عاشقيءَ جون ڳالهيون

هانءَ منهنجو ٿو ٻُڏي، ڇو ٿو ڪرين
ڏرتيءَ جو تون سَسِيءَ جون ڳالهيون

ايئن نہ ٿي جو تون اڪيلو ٿي وڃين
ويون هُلي تنهنجي گهٽيءَ جون ڳالهيون



رات جئن جئن لڙي پئي يارو!
باهه دل ۾ ٻري پئي يارو!

ها! توهان ري سري پئي ليڪن
ڇا چوان ڪيئن سري پئي يارو؟

مَن جي گهر جي گهٽي جئين پوءِ تيئن
پاڻ کان آ پري پئي يارو!

ڪيئن هاڻي غزل لکي سگهبا؟
سونهن سڏڪا ڀري پئي يارو!

ڏوهه کهڙا ڪيا ڏکي جندڙي؟
ڏنهه ڪيڏا ڀري پئي يارو!

ڊپ ورتل حيات هر لمحي
موت کي سڏ ڪري پئي يارو!

مَن ته چاهيو ٻڏي وڃي ليڪن
جند پنهنجي تري پئي يارو!

دوستو! زندگيءَ آسيءَ جي
برف وانگي ڳري پئي يارو!



تو کي ڳوليم پولارن ۾
۽ ڌرتيءَ جي پاتالن ۾

مون وٽ اڪثر ايندڀون آهن
تنهنجون يادون اوجاڳن ۾

تو کي مون محسوس ڪيو آ
پنهنجن هن ڪجهندڙ ساهن ۾

پنجڻ رُت جي پتن وانگر
سپنا ميڙيان تو دامن ۾

هيڏين ويساهه گهاتين هوندي
پوءِ به تنهنجو ويساهه من ۾

ڪوئي سندر سپنو ٻڌجي
ڪاش لهان تنهنجن نيڻن ۾

ماڻهو خود کي ڳولڻ نڪتا
چڙياگهر جي بند پڃرن ۾

ڪهڙو فرق آ ماڻهن ۾ ۽
چانپيءَ وارن رانديڪن ۾

پنهنجي مَنهن سان سيني پنهنجو
مَلهه چڪايو نيلامن ۾

مهذب شهري موٽيا آهن
غير مهذب ٻهراڙين ۾

مون سارا الزام قبوليا
لکيل تنهنجن هٿ اکرن ۾

کهڙي پؤ کان سانجهيءَ ٿاٽي
لوڪ لِکو بند دروازن ۾

سورج کي ڦوڪا ٿو ڏي پيو
هو جو سڏجي ٿو ڏاهن ۾

ڪيڏو پختو ويساهه آهي
آسي! تنهنجي اميدن ۾



پُٽو جنهن ڪان ٻہ هو تنهنجو پُڇي ٿو
ڇريو سمجهي ڪيس هر ڪو لُٽيي ٿو

عجب هي مشغلو هن ڪي ڏٺي وين
سنجهي ڪان ڪو صبح تائين لِڇي ٿو

صليبن تي چڙهڻ جي آهي موسم
پِلا ڪو ابنِ مريم پي سُجهي ٿو؟

ڏِسو! غازي ٿيڻ جي شوق ۾ ڪيئن
هو پنهنجي پاءُ ڪي خنجر ٽنبي ٿو!

وچوڙي جي اسان وٽ آهي موسم
اندر ۾ روز هڪ ٿو هر ڦٽي ٿو

ڪٿي جو آ اهو انصاف ساقي؟
اسان جي وار تي ٿي مَٽ ڪٽي ٿو!

الاءِ ڪهڙو پوءِ آهي سمايل؟
اوهان جي شهر ۾ مِينهُوَن ٻڏي هُوَ!

اِين گردن ڪٽڻ جو حڪم آهي
اهو ڏسجي تہ ڪنهنجو ڪنڌ جُهڪي ٿو؟

سندم قاتل وڏو ڪو رحم دل آ!
ڏسو! هٿ ۾ سندس خنجر لڏي ٿو!

سمورا سک ڏٺي، آسي اوهان کي
اوهان جا درد جهولي ۾ ڳهري ٿو.

وقت جي ديوَ کي ڏِکيون پيا ٿا
بس مڙئي دوستو! جيئون پيا ٿا

زندگي جڻ عذاب آهي ۽
پنهنجي حصي جو ڀوڳيون پيا ٿا

مُند نيڻن ۾ سانوڻيءَ جي آ
پنهنجي برسات ۾ ڀڄون پيا ٿا

هي به تنهنجون عنايتون آهن
گيت وايون غزل لکون پيا ٿا

نينهن جي نانگ جا ڏنگيل آهيون
لا دوا، موت کي ڳنون پيا ٿا



کا کا رات امر گذري آ
باقي عمر زهر گذري آ

ڪيئن تنهنجي نهڪر گذري آ
شيشي تي پٿر گذري آ

ڪيڏو آهه هڳاءُ هوا ۾!
تنهنجي ڏيٺي پر گذري آ

تو بن جيڪا ساعت گذري
مون لاءِ ٿي محشر گذري آ

هن جو واس اچي ٿو اڄ پڻ
هوءَ جا پرسان پر گذري آ

ساجن! تو ڪان پوءِ اسان جي
ڏاڍي اوکي پر گذري آ

جيون جي وارياسي رڻ تي
بڻجي ياد ڪکر گذري آ



جيڪڏهن ڪنهن جي دشمني ڪونهي
دوستي ۾ ته ڪا رهي ڪونهي

پنهنجي خوابن جي ساڀيائن جو
هاڻ ڪو انتظار ۾ ڪونهي

خود فريبي جي مهرباني آ
تنهنجي نفرت جي ڄاڻ ئي ڪونهي

ڪِئن چؤ ٿا ته ڏينهن ٿيو آهي؟
منهنجي گهر ۾ ته روشني ڪونهي!

زندگي ڪيئن ٿي پئي گذري؟
تو خبر ئي ڪڏهن پُڇي ڪونهي

حالتن کان فرار جي ڪوشش
رائگان ٿي وئي، سَرِي ڪونهي



مِٽايا نشان تو مڪان لامڪان جا
رهيا ڪونہ سَندا زمان لازمان جا

مليءَ ٿي نٿي اهڙي تشبيهہ ڏيان جا
خدوخال اهڙا ڪٿي چندر مان جا

ٿيا راز معراج جا پل ۾ افشان
ڪرشمان اکين سان ڏٺاسون اوهان جا

دم وصل هئاسون اسان لا وجودي
هئاسون زمين جا، نہ ٿي آسمان جا

اوهان گهر ۾ مهمان ٿي جت وجو ٿا
وڏا ڀاڳ چئبا انهيءَ ميزبان جا

تَبرُڪ ڪان وٺ خاڪ پا آهي تنهنجي
چُمان بي خوديءَ ۾ اڱڻ تي ٿو مان جا

وجي هُن جي ٻانهن ۾ شل ساهہ منهنجو
اهي ڀاڳ آسي هجن شل اسان جا



دوستو! اَٿو! سنڌ آ سڏيو
آئيو نہ جو، پاڻ مان نہ سو - ياڙِيو اُهو

پوئتي ڌرو، جو ٻہ ڪو هٽيو
پاڻ مان اهو، ڪونہ ياڻِيو
ڪَن ڏِي ٻُڌو! پاڻ مان نہ سو - ياڙِيو اُهو

پنڌ آ پري، پير ڪَڻ ڀري
جو ٿڪي پوي، هوريان هلي
يا وڃان وري، پاڻ مان نہ سو - ياڙِيو اُهو

جنگ جو ٻُڌو! گهنڊ آ وڳو
وقت پرک جو آهہ آئيو
جو ٻہ آ پِڳو، پاڻ مان نہ سو - ياڙِيو اُهو

بَرَ يا بحر، ڳوٺ يا شهر
ڪنهن ٻَري نظر سان ڏٺو اگر
لاڙ يا اتر، پاڻ مان نہ سو - ياڙِيو اُهو



ساجن ڪيڏو پيارو آهي!
چڻ تہ وهائو تارو آهي.

ڪنهن وينگس جي سپني جهڙو
آزاديءَ جي نعري جهڙو
يارو! هن جو مانَ مٿاهون
آهي قوميءَ جهنڊي جهڙو
آزاديءَ جو نعرو آهي
ساجن ڪيڏو پيارو آهي!

گوريلن جي جوڙي وانگر
هن جا پيئي نيڻ لڳن ٿا
ساعت جي حِصي ۾ جيڪي
شهزورن کي مات ڏين ٿا
سونهارو سوپارو آهي
ساجن ڪيڏو پيارو آهي!

وسڪاري جو واءُ هجي يا
وڏ ڦڙي جي وسَ هجي يَر
ساوڻ پل سو سانگ ڪري پر
آءُ نہ تنهن سان پاڙيان ڪنهن پر
سچ تہ گلن جوٻارو آهي
ساجن ڪيڏو پيارو آهي!

●

ڇـوڙيلڻ جـي ڇـولي جـهـڙو
ٻـوريءَ جي ڪنـهن ٻولي جـهـڙو
مـڪيل ٻـاجهـر لـولـي جهـڙو
هـائو! ڏرتـيءَ گـولـي جهـڙو

سانول سمنڊ ڪنارو آهي
ساجن ڪيڏو پيارو آهي!

تنهنجي منهنجي ٻوليءَ جهـڙو
مـاءُ مِٺيءَ جـي لـولـيءَ جهـڙو
ڄڻ جيجل جي جهوليءَ جهـڙو
بـاغين جي ڪنهن ٽوليءَ جهـڙو

نـعرو هوشـوءَ وارو آهي
ساجن ڪيڏو پيارو آهي!

مـنڇر، ڪينجهر يا ڪارونجهر
ڇـا ڇنجـي ڪنـهن جهـڙو آهـي
هن جي ڀيٽ ڏيان مان ڪنهن سان
ڪـوبـہ تہ جڳ ۾ اهــڙو نـاهـي

نرمـل نـتُ نـيارو آهي
ساجن ڪيڏو پيارو آهي!

جـيـڏو عــالــم ســارو آهـــي
مــون کـي تــيـڏو پـيـارو آهـــي
ڄــڻ تــہ وهــائــو تــارو آهـــي
ســاجـن ڪــيـڏو پــيـارو آهـــي!



نيڻ شرابي
گهاءِ گلابي ڏي ويا آهن

پيار محبت جا پرچارڪ
عشق اوهان جي جا آڌارڪ
ڪائي چوڙها
ڳاڙها ڳوڙها پي ويا آهن

پنهنجو جيون ٻي ڪي اربي
هائي هُو ڏس ڪيئن پيو تڙپي
هاءِ! سياڻا
ڪيئن اياڻا ٿي ويا آهن

آسي ءِ پارا هاءِ! هائي!
سپنن جُون مالهائون پائي
جوڳين جهڙي
جهڙي تهڙي جي ويا آهن

نيڻ شرابي
گهاءِ گلابي ڏي ويا آهن

●

اڄ منهنجي گهر ساجن ايندو
سپنن کي ساپيائون ڏيندو
اڄ منهنجي گهر ساجن ايندو-

ريتن جا سڀ تورڙي پَهرا
ميندي کان پي گَهرا گَهرا
پنهنجا انُ مٽ نقش چِٽيندو
سپنن کي ساپيائون ڏيندو
اڄ منهنجي گهر ساجن ايندو-

پهچي گهر جي ڏيڍيءَ پَرتي
دلبر پنهنجي داسيءَ دَرتي
هٿ سان ڪُنڍيءَ کڙڪائيندو
سپنن کي ساپيائون ڏيندو
اڄ منهنجي گهر ساجن ايندو-

جنهن پل ريجهه رهائيون ٿينديون
جوڀن جاڙون وسري وينديون
اوري ويهي آٿت ٿيندو
سپنن کي ساپيائون ڏيندو
اڄ منهنجي گهر ساجن ايندو-

ٻول ٻه ٿي ٻاجهارا ٻولي
منهنجي تن من کي ڇاڇولي
امرت ڌارائون اوتيندو
سپنن کي ساپيائون ڏيندو
اڄ منهنجي گهر ساجن ايندو-



او پرديسي! ترس گهڙيءَ پل
منهنجي گهر ۾ چنڊ مسافر!

ٻوٽين جهڙا پيرا ڪُومل
ٿير پڌر ۾ چنڊ مسافر!

خواب اٿي پيو ڪوئي پاڳل
پنهنجي پر ۾ چنڊ مسافر!

جيون آهي يا ڪا ورتل
شئي اوڌر ۾ چنڊ مسافر!

مون کي پڻ تون يار وٺي هل
ساڻ سفر ۾ چنڊ مسافر!

هاڪ هلي پئي تنهنجي اڄ ڪل
ساري تر ۾ چنڊ مسافر!



مينهن لڳل شيشو
رئندڙ پوئين سيٽ تان
ننَڍَڙي سان ڪرڙيو!

موٽر ۾ مايون
مينهن لڳل شيشي منجهان
پائن پيون جهاتيون!

چمنيءَ مٿان چنڊ
چڙهي چوڏهين رات جي
ڏنو نڌو ڪنڊ-

ڦُن ير هلندو ڪو؟
مون سان لهرين وچ مان
آئون ويچان ٿو

اڙي او انسان!
جي تو ساڃهه سچ جي
بيشڪ آنهه مهان-

هو ڏِسُ! ٻني تي
ٻالڪ ٻاري ٻاهڙي
آنيو ٿو سيڪي-

رات ڳُتي تي پئي
اونداهيءَ جي ڪِڪَ مان
باک ڦُٽي تي پئي.

اڙدو ايئين آ:
هِن هُن جا ڪي اُجليل
ڪِستي ۾ سِڪا -

ڪرفيو ۾ وقفو؛
ماٺهو نڪتا اِيئن، ڄڻ
واڙيءَ در ڪُليو -

فعلن فعلن تي
ٽِڪ ٽِڪ ٽائم پيس جي
ڄڻ ڪو شعر چئي -

ڇا تہ وڇايئي ڙي!
چند - بتي هٿَ ۾
رات! ڪنئي ٿَئي ڙي!

ڳوڙها ڳلن تي
اکيون ڪوڙي آئِ ۾
ڇاتي پئي سوچي -؟

هيءَ جو ٻُڪيو پيٽ،
هيءَ ڇا ڄاڻي دوستو!
چانڊوڪيون ۽ چيٽ -

نينگر ننڍو ٻار
حيرانيءَ مان پيءَ جا
تڪي اڇا وار -

ڪاڙهي ڪَنان نيٺ
وڃي لِڪا ٻارڙا
ڊِگهي گاڏيءَ هيٺ -

اَنَ ڪڻن جي ڪاڻ
لاهيارا ويچارڙا
لتا لڏي ساڻ!

ڪڙهي ڪڙهي نيٺ
لاهيارن جا ٻارڙا
ڀڳا ٻبر هيٺ -

سنگَ نہ پئي ڏُوندي
لاهيارن جي نينگري
سپنا پئي چُوندي -

اِڙي او لــــــوكـــــو!
ايـئـين نـاهـي كـائـبـو
دوكــــي تـــي دوكـــو -!

وائــــرن پـــيـــا آنَ
ٻـئـي هـٿ اُيـا كـري
ڄـڻ كـو نـاچ نـچـن -

تـنـهـنجـون سارون ايـئـن؛
آرائـيـن تـي مـيـنـهـن جون
ڦـڙيون پـون جـيـئـن -

او شــل! وســن مـيـنـهـن
لَـكـن جا هِـن لـوءِ تـان
پـورا ٿـيـن ڏيـنـهـن -

دريءَ مـــان جــاڇــو!
لاريءَ جـهـڙو ٿـي تـكـو
لاريءَ جــو پـــاڇـــو -!

هــك پـــاســي نـــواز
وچ ۾ نـقـشـو سـنـڌ جـو
ٻـــئـي پـاسـي ايـاز -

چوا ڪيئن لڳن ٿا؟
ڳهنڊ ڦٻي جي اندر
جڏهن وڃن ٿا -

اڳ ۾ پُسڻ ڪان
ڪيڙيءَ پتر ٿا لڳن
ٽتر ڪرڙيءَ جان -

مٿي نهاريو!
سونو پاٿي اُڀَ تي
ڪنهن آهي هاريو -؟

ساڳيو ساندڀءَ رنگ
توڙي پوپٽ ڪيترا
ڪاڏا هن بي ڍنگ -

ساڳيو رنگ سانڍِي
توڙي پوپٽ ڪيترا!
ڳڙڪائي ويئي -!

اِجهو پڳي هاڻ
هُوءَ جا ڪري پتَ تان
ساندي ڦهڪي ساڻ -

هوش سنڀالي جاڻ
پڳي سانڍي وائڙي
ساڳي حرفت ساڻ -

جهٽ هنيائين جيئن
سانڍي جيت سميت ٿي
ڪِري پيئي تيئن -

ليچي ڦٽڪي جيئن؛
جيت سانڍيءَ وات ۾
آئون تو بن تيئن -

هيءَ جا وڏي وس
منهنجي نيڻن نيڻ تي
ڪڏهن ڪندي بس -؟

جُهونو سوچي پيو؛
مون کي هٿ ۾ لٺ ڏئي
جوڀن ڪاڏي ويو -؟

چڪي تي اچي
ٽالدن تي سيڪل گجر
بنا هوڪي جي -

ٻارن هٿ گليل
ڏسي ڪيا ڪانگلي
واويلا ۽ ويل -

اونداهيءَ ۾ جيئن
اچا پکي اڀ تي
تنهنجون يادون تيئن -

شَيُون الاهي؛
هٿ ۾ مکڙي پاڙلي
ٻالڪ ٿوائي-

چا چا پيو سوچي؛
ريڙهي وارو روڊ تي
ريجو ڳٽيندي -





مون مڃتا جي رڃ ۾، ڦٽيا پنهنجا پير،
ليڪن دير سوير، پٽيون ٻڌيون شاعري.



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ کيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلو، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

<u>اڻ ڇپيل ڪتاب</u>

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 3919786 – 0344

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com





# سورھ سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورھ· ميرائي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488